# هادي بخش پٽ

(سوانح حيات، علمي ۽ ادبي خدمتون)

مرتب ۽ سهيڙيندڙ

ڊاڪٽر خادم ڏھوٽ

هادي بخش پٽ، يادگار ڪميٽي سنڌ.

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : هادي بخش پيٽ |
| مرتب ۽ سهيڙيندڙ | : ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ |
| ڇاپو | : پهريون، جنوري 2023ع |
| تعداد | : 500 |
| لي آئوٽ | : شهمير سولنگي |
| ٽائيٽل فوٽو | : اياز گُل |
| ڇپيندڙ: | : پارس پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد 0300-3014195 \| 0314-9982575 |
| ڇپائيندڙ | : هادي بخش پيٽ، يادگار ڪميٽي سنڌ |
| ملهُ | : 350 روپيہ |

### ڪتاب حاصل ڪرڻ لاءِ

هادي پيٽ يادگار ڪميٽي، سنڌ
3-A ٿرڊ فلور، سِوڪِ سينٽر،
خيرپور ميرس

# ارپنا

**پير مغان ۾ انهن سيني قومي ڪارڪن جي نانءُ**
**جن پنهنجيون حياتيون سنڌ واسين،**
**سنڌ ڌرتيءَ لاءِ وقف ڪيون ۽**

**حياتيءَ جي آخري گهڙين تائين پاڻُ پتوڙيندا رهيا.**

# فهرست

# پڙاڪر

هادي پٽ (1961-2022)، سنڌ جو عاشق، شاهه لطيف ڀٽائي جو حافظ ۽ پارکو، هميشه ڏرتي ڏٽين لاءِ جاکوڙ ڪندڙ شخصيت، اچانڪ پهرين فيبروي 2022 تي سڄي سنگت، گهر ڀاتين کي الوداع چئي، ڪلندي ڪلندي موڪلائي ابدي سفر ڏانهن روانو ٿيو. هادي جي اوچتو موڪلاڻي تي سڄي سنڌ مان آيل ساٿين، پنهنجا پنهنجا تاثرات تعزيتي ڪتاب ۾ لکيا، جيڪي گهٽ ۽ اڻپورا هئا. هڪ هفتي جي وقفي ڪانپوءِ ادي فضا ناز قريشي، آن لائين تعزيتي ميڙاڪو ڪوٺايو جنهن ۾ حسين جروار، ڊاڪٽر خادم ڍهوٽ، خالد ڀانبڻ، شڪيل ابڙو، محمد قاسم ميرجت، سچل پتي، عائشه ڏاريجو، ڊاڪٽر علي اڪبر نائچ، هادي پٽ کي ڀيٽا پيش ڪئي.

آءُ هادي پٽ جي ڏکن، سکن ۽ سفر جو ساٿي، هن دنيا ۾ سندس جسماني عدم موجودگي هوندي به پائيندو آهيان ته هادي پٽ سان گڏ آهيان، هادي هميشه منهنجي ذهن، يادن ۽ خيالن ۾ مون سان گڏ آهي ۽ هميشه رهندو. هادي جي يادگيرين کي هميشه لاءِ محفوظ ڪرڻ خاطر، مون حسين جروار ۽ فضا قريشي سان صلاح ڪئي ته ڇو نه هادي پٽ جي زندگي، ڪم، سوانح بابت دوستن، ساٿين ۽ عزيزن کان مضمون لکرائي هڪ ڪتاب شايع ڪجي ۽ سندس پهرين ورسي تي هادي کي تحفو پيش ڪجي.

هادي پٽ جي چاليهي جي موقعي تي هڪ تعزيتي ميڙاڪو ڪوٺائڻ لاءِ سندس ساٿي ۽ سپريم ڪورٽ پاڪستان جي وڪيل قربان ملاڻو سان صلاح ڪئي، جنهن ضلع سکر جي بار ايسوسيئشن ۾ ميڙاڪو ڪوٺائڻ لاءِ ڀرپور ساٿ ڏئي، هادي کي ڀيٽا پيش ڪئي. تعزيتي ميڙاڪي ۾ سکر ۽ سنڌ مان سينيئر وڪيلن سميت، دوستن، اديبن، شاعرن، صحافين ۽ خاندان جي ڪٽمب سميت سوين ماڻهن شرڪت ڪري هادي کي شاندار طريقي سان ڀيٽا پيش ڪئي.

حسين جروار، آءُ، خالد ڀانبڻ ۽ فضا قريشي، هادي جي ويجهن ساٿين، جن ۾ سياسي، سماجي، اديبن، شاعرن، صحافين ۽ وڪيلن جي هڪ فهرست

ناهي، مسلسل فون ڪالز ۽ پيغام ڪندا رهياسين، تہ پنهنجون لکڻيون جلد از جلد لکي موڪلين، ان کان علاوه، فيس بوڪ تي هڪ عام پيغام بہ هلايو، جنهن ڪو دوست، ساٿي رهجي نہ وڃي، جن جن قربدارن پنهنجون لکڻيون موڪليون انهن سيني کي آءُ هادي ڀٽ طرفان ٿورو ادا ڪيان ٿو، موصول ٿيل سيني لکڻين کي جنهن جو تنهن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

ڊسمبر 2022 جي مهيني ۾ باقائده ڪتاب کي ڇپرائڻ لاءِ حيدرآباد ۾ هڪ پبلشر کي موڪليو ويو، جنهن جنوري جي آخر تائين ڪتاب ڇپجي مڪمل ٿئي. جيڪو تمام گهڻو ڏکيو مرحلو هئو. ڪتاب جي ڇپائي، پروف ريڊنگ، ڪور ٽائيٽل جي تياري، ڪتاب لاءِ، ساٿين سان رابطہ ڪرڻ، مواد ۽ فوٽو گڏ ڪرڻ، پبلشر سان رابطو ڪرڻ، ان ٿورڙي وقت ۾ سمورو گهربل مواد ڪٺو ڪرڻ جي سلسلي ۾ آءُ انهن سيني قربدارن جو ٿورائتو آهيان جن هن ڏکي ڪم ۾ منهنجي مدد ڪئي.

هادي ڀٽ، ماٺهو مٺيادار، محبتي، بهادر، هڏ ڏوکي ۽ فقير صفت انسان جي زندگي، ڪم ۽ جدوجهد بابت گهڻو ڪجهہ لکي سگهجي ٿو، جن جن ساٿين پنهنجا مضمون لکيا آهن تن سندس زندگي جي هر پهلو تي لکيو آهي جنهن ۾ پڙهندڙن کي هادي ڀٽ بابت تفصيلي حال احوال ملندو.

آءُ انهن دوستن کان معزرت جو طلبگار آهيان جن جا نالا نہ ڪٽي سگهيو آهيان يا رهجي ويا آهن، ڀُل چڪ جي معافي.

ڪي اوڏا ئي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين،
ڪي سنير جن نہ ڪڏهين، ڪي نہ وسرن مور،
جنهن مينهن ڪنديءَ پور، تنهن دوست وراڪو دل سين.

**ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ**

# هاديءَ جو انٽرويو

(روزاني سنڌ ايڪسپريس، 19 جون 2014)

## تاج رند

**مون هميشہ آمر حڪمرانن سان سينو ساهيو آهي**: هادي پٽ

سنڌ تي جڏهن بہ ظلم ۽ وحشت جا پاڇا پيا آهن تہ سنڌ ڌرتي جي ڪک مان جنم وٺندڙ ارڏي پٽن هميشہ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي. جن نہ صرف وقت جي ظلمن ڪي للڪاري پنهنجي ڌرتي ۽ ماڻهن جو بچاءُ ڪيو آهي پر ان سان گڏ انهن انساني ۽ جمهوري حقن لاءِ جابرن ۽ آمر حڪمرانن سان سينو بہ ساهيو آهي. جڏهن بہ ڏاڍ ۽ ڏمر جا، ڪي طوفان گهٽيا آهن تہ انهن مانجهي مڙسن روڊن ۽ رستن ڪي مهاڏي جو ميدان بڻائي ڪهري ڪوٽ ڪيرايا آهن ايترو ئي نہ پر انهن آمر حڪمرانن پاران سنڌن ظلم ۽ بربريت ڪي جائز قرار ڏيڻ لاءِ جوڙيل قانونن ڪي بہ رد ڪرايو آهي. سنڌ جي اهڙن ڪوڙ سارن ڪردارن سان ايڊووڪيٽ هادي بخش پٽ بہ هڪ آهي. 3 آڪٽوبر 1961 ۾ شڪارپور ضلعي جي چڪ شهر جي هڪ ننڍي ڳوٺ جيسن ۾ غلام محمد پٽ نالي هڪ پورهيت جي گهر ۾ جنم وٺندڙ هادي پٽ بنيادي تعليم سڪر جي نئين پنڊ پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ هاءِ اسڪول منارا روڊ ۽ انٽرميڊيٽ ڊگري ڪاليج سڪر مان ڪئي. هادي پٽ موجب قربت ايتري هئي جو مئٽرڪ تائين هو هر پيري اسڪول جي فيس گيٽ فيس طور ادا ڪندو هيو. ڪتاب خريد ڪرڻ جي سگهہ نہ هئڻ سبب اڳئين سال ۾ پاس ٿيندڙ شاگردن کان پراڻا ڪتاب وٺي علم سان چاهہ پورو ڪندو هيو. ڊگري ڪاليج ۾ فرسٽ ايئر ۾ پڙهڻ دوران سنڌ يونيورسٽي ۾ هڪ سنڌي نياڻي سان زيادتي واري واقعي خلاف سڄي سنڌ سراپا احتجاج بڻجي ويئي هئي. سڪر جي تعليمي ادارن ۾ بہ ان وحشياڻي عمل خلاف

شاگرد روڊن تي اچي چڪا هيا. عوامي تحريڪ جي شاگرد ونگ سنڌي شاگرد تحريڪ پاران ان واقعي خلاف سکر ۾ ڪيل احتجاجن ۾ شامل ٿي ڪري ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو ته ان ڏينهن عوامي تحريڪ جا تڏهوڪا مک اڳواڻ هدايت شيخ، نثار مگريو، حميد منگي سرور سهاڳ، سميت ٻين پارٽين جا ڪيترائي اڳواڻ گرفتار ڪيا ويا. اڳواڻن جي گرفتاري سبب پارٽي جو سمورو ڪاروهنوار هن جي ذمي اچي ويو. ٿوري ئي عرصي ۾ ڪيس عوامي تحريڪ جي مرڪزي ڪميٽي جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. هو ٻڌائي ٿو ته 1981 ۾ ئي 14 آگسٽ ڏهاڙي سکر جي ليوڪس پارڪ ۾ ضيائي آمريت خلاف احتجاجي ميڙاڪو ڪوٺائڻ جو اعلان ڪيو ويو. 14 آگسٽ ڏهاڙي احتجاج لاءِ طئي ڪيل ليوڪس پارڪ کي سيڪيورٽي اهلڪارن گهيري ۾ آٽي ورتو پهرين مقرر جيئي سنڌ اڳواڻ سيف جتوئي جيئن ئي تقرير شروع ڪئي ته پوليس ميڙاڪي تي ڪاهه ڪري لنبازي شروع ڪري ڏني. جنهن ۾ ڪيرائي ڪارڪن زخمي ٿيا. پوليس جي اهڙي قهري ڪارروائي ڪان پوءِ ڇڙوڇڙ ٿيل سياسي ڪارڪنن گهٽي گهٽي ۾ احتجاج ڪيو جنهن ڪان پوءِ گرفتار ڪري بي سيڪشن ٿاڻي تي لاڪپ ڪيو جنهن ڪان پوءِ نيٺ 9 سيپٽمبر 1983ع تي سکر جي سکي تلاءُ وٽان پوليس هن کي ٻه گرفتار ڪري ورتو ايترين سختين باوجود هادي پٽ ڪڏهن ٻه جهدوجهد ڪان پاسيرو نه ٿيو. هو چئي ٿو ته جڏهن ڪيس اي سيڪسن ٿاڻي تي لاڪپ ڪرڻ جي ڪجهه ڏينهن بعد ايم ايل او تحت 90 ڏينهن لاءِ سينٽرل جيل اماڻيو پئي ويو ته ان کان اڳ هڪ فوجي آفيسر کي صوبيدار جي آفيس ۾ گهرايو ويو جنهن هن کي مخاطب ٿيندي چيو ته تنهنجو پيءُ پورهيو ٿو ڪري توکي شرم نه ٿو اچي ته تون ساست پيو ڪرين. تنهن تي مون هن کي چئي ڏنو ته مان ڪو ڏوهه نه پيو ڪريان مان ته هن ملڪ جي مظلوم عوام جي حقن ۽ جمهوريت جي بحالي لاءِ جدوجهد پيو ڪريان. بهرحال پوءِ ڪيس سينٽرل جيل سکر اماڻيو ويو جتي ٻيا ٻه ڪيترائي سنڌ دوست

ماڻهو موجود هئا. ايم ايل او تحت سندن گرفتاري کي 90 ڏينهن مڪمل ٿيڻ بعد مرڪزي آفيس کي هن گهر ٻڌائي ڇڏيو. حيدرآباد ۾ رهڻ دوران هن جو عوامي تحريڪ جي سرواڻ رسول بخش پليجو، دانشور ابراهيم جويو، نور الهديٰ شاهه، نصير ميمڻ، مهتاب محبوب، حسن درس، حميد سنڌي، طارق اشرف سان سنڌس ويجهو تعلق جڙيو جن جي صحبت جي اثر ڪيس سياست سان گڏ ادب ۾ به چاهه پيدا ڪيو هو چوي ٿو ته حيدرآباد ۾ هو ڏينهن جا ڏينهن ابراهيم جويو سان گڏ سنڌس صحبت ۾ رهندو هيو. ڪائنس سياست ۽ ادب بابت تعليم وٺندو هيو ان دوران هن ابراهيم جويو جي چئن ڪتابن کي ترتيب ڏيڻ ڏنو جنهن مان 2 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن هو چوي ٿو ته ابراهيم جويو ۽ رسول بخش پليجو ڪان تربيت ورتل سياسي ڪارڪن ڪڏهن به مايوس ٿي نه ٿو سگهي. هادي پٽ وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته حيدرآباد ۾ رهڻ دوران ئي هن وڪالت به شروع ڪئي ۽ سياست سان گڏ وڪالت ۾ به رسول بخش پليجو کي پنهنجو استاد بڻايو. ان سان گڏ ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر جي عدالتن ۾ مختلف ڪيس وڙهيو هو. 1997ع ۾ هن پنهنجي تحريڪي دوست ايڊووڪيٽ نظام بلوچ جي چوڻ تي ڪراچي ڇڏي اچي سکر ۾ وڪالت شروع ڪئي. سياست ۽ ادب سان گڏ هادي پٽ وڪالت ۾ به پاڻ ملهايو آهي. هو دوستن جو دوست مظلومن جو هڏ ڏوکي آهي. اهو ئي سبب آهي جو کيس 2008ع ۽ 2009ع ۾ به پيرا ڊسٽرڪٽ بار ايسوسيئشن سکر جو نائب صدر ۽ 2012ع ۽ 2013ع ۾ صدر چونڊجي ويو.

# هاديءَ جو انٽرويو

(روزاني عبرت، 17 ڊسمبر 2017)

## خالد ڀانڀڻ

آمر ضياءُ جي دور ۾ شاگرد جدوجهد کان سياسي شروعات ڪئي، ايم آر ڊي تحريڪ ۾ حصو ورتو مهراڻ يونيورسٽي ۾ هڪ سنڌي نياڻي سان هڪ ميجر هٿ چراند جي ڪوشش ڪئي، سخت ڪاوڙ ۾ هوا گهلي آهستي قومي طبقاتي سياست ۾ شموليت ڪئي، بعد ۾ رسول بخش پليجو جي اڳواڻي ۾ عوامي تحريڪ ۾ شامل ٿيس.

شهيد ڀٽو جي چونڊيل حڪومت تي راتاهي خلاف سنڌ ۾ ڪارو ڏينهن ملهايو، ايم آر ڊي تحريڪ سکر ۾ ڪنوينر مقرر ٿيس.

مسجد منزل گاهه تي ايم آر ڊي تحريڪ جو جلوس ڪڍيوسين، شهيد فاضل راهو، مولانا فضل الرحمان خطاب ڪيو، جيل پڻ ڪاٽيو.

سکر جيل جي ڪاري ڪولي ۾ جلسو ڪيو، شهيد خالد محمود سومري تاريخي خطاب ڪيو، جيل ۾ تشدد پڻ ٿيو، آنسو گيس جا شيل فائر ٿيا.

هادي پٽ مان سياسيت ۾ انهن ۾ آيس جڏهن جنرل ضياءُ جي آمريت جا پهريان پاڇا هئا. جمهوري حڪومت ختم ڪري چونڊيل نمائندن کي گرفتار ڪرائي اقتدار تي قبضو ڪيو، ان وقت مان مئٽرڪ پاس فرسٽ ايئر ۾ داخلا ورتي هئي. جڏهن ته ملڪ ۾ غم ۽ غصي جي لهر چانيل هئي. ان ۾ سنڌي شاگردن جي تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي. مان به انهن سان گڏجي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويس. انهن ڏهاڙن ۾ مهراڻ يونيورسٽي ۾ هڪ سنڌي نياڻي سان واقعو پيش آيو هو. شيرين سومرو سان هڪ ميجر هٿ چراند جي ڪوشش ڪئي. جنهن تان پوري سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ ڪاوڙ جي باهه ڀڙڪي ٿي. مهراڻ يونيورسٽي ۾ حيدر

علي شاهه، قادر بخش جتوئي احتجاجن جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا ۽ 2 آڪٽوبر کي پوءِ غيرت جو ڏهاڙو ڪري ملهايو ويو. ائين آهستي آهستي قومي طبقاتي سياست ۾ شامل ٿياسين بعد ۾ رسول بخش پليجو جي اڳواڻي ۾ عوامي تحريڪ ۾ شامل ٿيس. 1980ع ۾ ايم آر ڊي جي تحريڪ هلي جنهن ۾ ڀرپور حصو ورتو هن ٻڌايو ته 5 جولاءِ 1977ع شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي چونڊيل حڪومت کي ڊاهڻ خلاف 5 جولاءِ کي سنڌ ۾ ڪارو ڏينهن ڪري ملهايو ويو. مون کي ايم آر ڊي تحريڪ جو سکر ۾ ڪنوينر ڪري چونڊيو ويو. اسان پهرين جلسو 14 آگسٽ 1983ع جي سکر جي ليوڪس پارڪ ۾ ڪرڻ چاهيو ٿي. پوليس فوج سڄي پارڪ جو گهراءُ ڪري سيل ڪري ڇڏيو. پر اسان اهو گهيرو ٽوڙي پارڪ ۾ داخل ٿي وياسين اتي هڪ ٻڙ جو وڻ (جيڪو اڄ به موجود آهي) کي اسٽيج ٺاهي مان ان ٻڙ جي وڻ تي چڙهي انائونسمنٽ ڪئي ته اچانڪ لاٺي چارج شروع ٿي وئي. جنهن ۾ ڪيترائي ڪارڪن اڳواڻ زخمي ٿيا. اهلڪارن مون کي يوسف جکراڻي، مير هزار خان بجاراڻي، حسين بخش ناريجو، شاهه محمد امروٽي کي گرفتار ڪري کڻي ويا. پهريون دفعو 1983ع ۾ جيل ويس منهنجي والد، والده سهري کي گرفتار ڪيو ويو هن ٻڌايو ته مسجد منزل گاهه تي پڻ ايم آر ڊي تحريڪ دوران جلسو ڪيوسين جنهن ۾ شهيد فاضل راهو، مولانا فضل الرحمان پڻ شرڪت ڪئي. ضياءُ جي آمريت دوران انساني حقن کي پائيمال ڪيو ويو ملڪ جو آئين معطل ڪيو ويو. شهرن ڳوٺن تي راتاها هنيا ويا. اسان جيل اندر به جدوجهد جاري رکي. جتي قومي ڪارڪنن لاءِ اسٽڊي سرڪل هلايا هئا. مختلف سياسي تنظيمن جي اڳواڻن جي وچ ۾ وڏا بحث مناظرا ٿيندا هئا. جنهن مان مثبت نتيجا ڏيندڙ مقصد حاصل ڪياسين. سياسي ڪلچر کي هٿي ملي جيل ۾ 1984ع ۾ 4 مارچ شاگردن جي عظيم جدوجهد جو ڏهاڙو ڪري ملهايوسين. جتي مان اسٽيج سيڪريٽري ۽ خاص مهمانن ۾ ڊاڪٽر محمد اسماعيل اديجو، ڄام

ساقي، خالد محمد سومرو، بشير سولنگي، وطن دوست انقلابي پارٽي طرفان ڊاڪٽر ولي عباسي خاص مهمان هئا. سکر جيل جي ڪاري چڪر ۾ اهو جلسو ٿيو. جتي جميعت علماءِ اسلام جي اڳواڻ ڊاڪٽر خالد محمود سومرو جيڪو جذباتي خطاب ڪيو جيڪو اڄ ڏينهن تائين ياد آهي. اسان جي ڪولين پرسان هڪ ڪولي ۾ ڊاڪٽر رفيع شيخ بند وارڊ ۾ هيو ان نياپو ڪرايو تہ مان بند آهيان توهان منهنجي لاءِ بہ آواز اٿاريو جيل انتظاميہ ڊاڪٽر رفيع ڪي بند وارڊ مان ڪڍڻ لاءِ راضي نہ هئي جنهن تان اسان احتجاجن شام جو ٽوٽل ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ شرط تہ جيسين ڊاڪٽر رفيع شيخ ڪي ڪولي مان ڪڍي اسان جي حوالي نہ ڪندا اوستائين جيل بند نہ ٿيندو. جيل انتظاميہ آخر مجبور ٿي ڊاڪٽر ڪي اسان وٽ آندو ۽ چيو تہ اسان هن ڪي صبح جو بي وارڊ ۾ شفٽ ڪنداسين. جنهن بعد احتجاج تہ ختم ٿيو پر جيل انتظاميہ راتو رات ڊاڪٽر رفيع شيخ هڪ ٻيو قيدي جاويد ڪي اتان شفٽ ڪري ڇڏيو ۽ ٽن ڏينهن تائين جيل نہ کليو وارڊ بند هئا. جنهن تان جيل اندر وڏو هنگامون ٿيو ۽ بک هڙتال شروع ڪئي ويئي اچي چڪر واري وارڊ ڪي قدين ٽوڙي ڇڏيو جيل ڪي پوليس فوج گهيري ۾ آڻي آنسو گيس جا شيل هلڻ سان گڏ ربڙ جون گوليون پڻ هلايون جنهن ۾ اسان جو هڪ دوست مظهر قاضي زخمي ٿيو. سندس پهريل اجرڪ ۾ عجيب قسم جا سوراخ بنجي ويا هئا بعد ۾ سيڪان لاڪاٽ قاضي احمد مورو ۾ وڏي ويڙهہ هئي جيڪي ڪارڪن جيلن ۾ پيا سياسي جدوجهد هلندي رهي آخر ضياءُ آڻ مجي محمد خان جوڻيجو جي حڪومت قائم ڪئي ان حڪومت ۾ سمورا سياسي قيدي آزاد ٿياسين.

وڌيڪ هادي ڀٽ پنهنجي انٽرويو ۾ چيو تہ: سياست ۾ مايوس ناهي وقت سان گڏ لاها چاڙها ايندا رهندا آهن. 1988ع کان اقتدار ۾ اچڻ کان وٺي ابوجهہ ماڻهن سان ڪونہ نڀايو ويو آهي. شهيد بينظير ڀٽو وٽ هڪ ليڊر سياستدان واريون سموريون صلاحيتون هيون.

اڄ جي سياست مجموعي طور تبصرو ڪجي ته ايڏي مايوسي ڪندڙ ناهي وقت سان گڏ لاها چاڙها ايندا رهندا آهن. پر پ پ تي جيڪڏهن نظر وجهون ٿا ته 1988ع کان اقتدار ۾ اچڻ کان وٺي ملڪ جي مسڪينن ابوجهه ماڻهن سان ڪونه نڀايو آهي. جڏهن ته 1988ع ۾ پ پ کي اقتدار ۾ آڻڻ لاءِ ٻين سياسي پارٽين جو به وڏو ڪردار هو انهن جي جدوجهد قربانين کي دنيا جي سياسي جدوجهد کان گهٽ نٿو ڪري سگهجي. پ پ عوام جي ثمر سان اقتدار ۾ آئي هئي. هن وٽ صداقت هئي ته عوام جي مسئلن کي گڏيل فيصلن مان ملڪ جي مکيه مسئلن جمهوريت کي مضبوط منظم ڪري ها عوام جي ووٽ جو قدر ڪري ها پر ائين نه ٿيو هنن وچي ٻيا دروازا ڏسڻ شروع ڪيا. لڪيل معاهدن تي وچي اقتدار قبوليو. ساڳي ريت هنن 1995ع جو اقتدار به لڪيل سمجهوتي تحت ورتو ۽ لڪيل معاهدن وارا ملندڙ اقتدار جٽاءُ ناهن ڪندا. جيتوڻيڪ شهيد بينظير ڀٽو وٽ هڪ ليڊر سياستدانن واريون سموريون صلاحيتون هيون پر هن وڏيون مافيائن،ڳجهي طاقتن جي اشارن تي هلڻ سبب محترمه جي دل کي يرغمال بڻائي اهي ڪم ڪرڻ نه ڏنا ويا جيڪي عوام جي طاقت کي مضبوط ڪن ها. محترمه پنهنجي پارٽي رهنمائن جي سازش جو شڪار ٿي ۽ ڪيس شهيد ڪيو ويو بعد ۾ آصف علي زرداري پارٽي ۽ سنڌ جي ماڻهن سان ويساهه گاتي ڪئي. اقتدار ذاتي مفادن پيٽ ڀرڻ لاءِ استعمال ڪيو. واشنگ مشين، ڊرائينگ روم ڊرم کي نوٽن سان ڀري عوام جي ڀلائي لاءِ ڪجهه به ناهي ڪيو، ايندڙ اليڪشن ۾ جيڪڏهن پ پ پ کٽي ٿي ته عوامي مسئلا گهٽ اليڪشن کٽڻ جي ٽيڪنيڪ وڏيڪ هوندي. دولت جو بي تحاشا استعمال ڪيو ويندو اڄرج جهڙي ڳالهه آهي ته ته سنڌ جو ماڻهو جن کي اليڪشن ۾ کٽڻ جي لاءِ پسند ڪري ته ان کي اليڪشن ۾ ٽيڪنڪس سبب ووٽ نٿو ڏئي سگهجي.

انٽرويو ۾ وڌيڪ چيائين ته: سياست، وڪالت ساڳي شيءِ جو نالو آهي، جدوجهد ڪرڻي پوي ٿي. ملڪ ۾ طاقت فورس پوليس، وڏيرا،

سردارن کي منهن ڏيڻ ۾ آساني ٿي پوي ٿي. وڪالت ۾ آيس عام ماڻهن سان پوليس جي ڏاڍائين وارا ڪيترائي ڪيس مون وٽ آيا. سياست، وڪالت ساڳي شيءِ جو نالو آهي. جيڪي عوام جي مسئلن کي حل ڪرڻ واري جدوجهد ۾ شريڪ ڪرڻو آهي. جيڪڏهن ڪوئي سياست سان گڏ وڪيل ٿئي ٿو ته اسان جي ملڪ ۾ طاقت فورس پوليس وڏيرا سردارن کي منهن ڏيڻ ۾ آسان ٿي پوي ٿي. قانوني آئين ۽ ڪورٽن مان عام ماڻهو کي انصاف وٺي ڏيڻ ۾ ڪاميابي ملي ٿي. جيڪي ڦورو، طبقا وڏيرام پوليس آفيسر جيڪي عوام جا حق غضب ڪن ٿا. انهن کي منهن ڏيڻ قانون جو ئي واحد رستو آهي. جيڪي ايماندار پوليس آفيسر ۽ عوام جا هڏ ڏوکي آهن ماڻهن جي خدمت ڪرڻ چاهين ٿا سي وڪيلن معرفت اچن ٿا. ۽ ڳجهي طريقي سان ٻڌائيندا آهن ته عام ماڻهن جا ڪهڙا مسئلا آهن هن چيو ته مان جڏهن سياست سان گڏ وڪالت ۾ آيس عام ماڻهن سان پوليس جي ڏاڍائين وارا ڪيترائي ڪيس مون وٽ آيا جن کي انصاف وٺي ڏيڻ ۾ آئين موجب پٽيشنون داخل ڪري حق وٺي ڏيڻ ۾ ڪاميابيون مليون سوَن جي تعداد ڪورٽ جي معرفت رليف وٺي ڏنا آهن. هن چيو ته وڪالت ۾ مون کي 22 سال ٿي چڪا آهن وڪالت جي شروعات حيدرآباد مان رسول بخش پليجو سان ڪئي ڪن مصروفيتن سبب 2 سال ڪراچي وڃي وڪالت ڪئي. وري واپس سکر موٽي اچي ناليواري وڪيل نظام بلوچ سان وڪالت جو تجربو حاصل ڪيو. هن وقت 18 سالن کان جدا پنهنجي پٽ لا چيمبر هلائيندو پيو اچان ٻارڙن جي جنسي تشدد جي حوالي سان روڪٿام واري تنظيم ”ساحل“ سان پڻ ليگل ايڊوائيزر طور رهيس. ڪيترائي هاءِ پروفائيل ڪيس ڪورٽ ذريعي حل ڪرايا. لوئر گريڊ جي ملازمن کي جن کي نوڪرين دوران هٽايو ويو هو انهن کي ڪورٽ ٽرو بحال ڪرايو. سال 2012ع ۽ 13 ۾ ڊسٽرڪٽ بار جو صدر هاءِ ڪورٽ بار جو جنرل سيڪريٽري رهيو آهيان. چيف جسٽس جي بحالي واري تحريڪ دوران جيل پڻ ويس ۽ آخر تائين چيف جسٽس کي بحال ڪرايو.

هادي ڀٽ انٽرويو ۾ ٻڌايو تہ: سياست ۾ اچڻ جو رستو ادبي هو، ڪاليج ۾ ڪتاب پڙهندو هيس. قليچ بيگ، دائود پوٽو، لطيف سرڪار، امر جليل، رشيد ڀٽي ۽ ٻين کي پڙهيو. ناليواري شاعر ادل سومرو ۽ منهنجو شيخ اياز سان پڻ گهرو تعلق رهيو.

سياست ۾ اچڻ جو رستو ادبي هو، سکر جي ڊگري ڪاليج ۾ پڙهائي دوران ڪاليج جي لائبريري اندر وڃي ادب جا ڪتاب پڙهندو هئس، جنهن ۾ سنڌ جي ناليواري اديب مرزا قليچ بيگ، عمر دائود پوٽي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، امر جليل، سراج الحق ميمڻ، نور الهديٰ شاهہ، شيخ اياز، نجم عباسي، ڊاڪٽر تنوير عباسي، رشيد ڀٽي ۽ ٻين اديبن شاعرن کي پڙهيو جتان ڪان ئي شعور سمجهہ جدوجهد جو رستو مليو، شروع کان وٺي لکڻ پڙهڻ سان گڏ لکندو پڻ رهيس منهنجا مضمون شروعاتي ڏهاڙن ۾ عبرت ۽ سنڌو ميگزين ۾ ڇپجندا رهيا. هن وقت اديبن ۽ شاعرن سان ويجهڙائي وارو تعلق هلندو پيو اچي.

هادي چيو تہ: اسان وٽ شاعري جو پاسو مضبوط بنيادن تي بيٺل آهي. دنيا جي ادب ۾ اسان وٽ شاعري وارو پاسو شروع کان وٺي مضبوط بنيادن تي بيٺل آهي. نفيس، مزاحمتي، سماجي مسئلن کي پڙهڻ سان گڏ پيار محبت جي خوشبو هٻڪار وارا جذبا آهن نظم، غزل، بيت، وائين، هائيڪن واري شاعري جي صفن کي پڙهڻ سان مزو اچي وڃي ٿو. اسين جيڪڏهن ماضي ۾ ڏسنداسين تہ شاهہ لطيف ڀٽائي کان پوءِ شيخ اياز سنڌي شاعري جي سرواٽي ڪئي آهي. شاعري ۾ نئين صنفن کي جنم ڏنو. موجوده صنفن وسيع ميدان ۽ موضوع ڏنا. فقط تشبيهون، خيالن جي گهرائي، فڪر، فلسفو، مزاحمت واري شاعري کي پڻ عروج ڏنو. شيخ اياز کان علاوه حسن درس، جمن محبتي، مظهر لغاري، آڪاش انصاري، ايوب کوسو، اياز گل، ادل سومرو، سعيد ميمڻ، انور پيرزادو، ۽ ٻيا کوڙ نالا آهن جيڪي تمام سنو لکن ٿا ۽ قابل داد آهن. ڪهاڻي بہ جاندار لکجي پئي موجوده دور ۾ جيڪو سياسي ادب اچي پيو اهو بہ

تحقيق، انگن اکرن دليلن جي حوالي سان تمام اهم آهي. ضياءُ جي آمريت واري دور ۾ سراج ميمڻ، حميد سنڌي، شيخ اياز، رسول بخش پليجو، تنوير عباسي، انعام شيخ، جي جي زرينہ بلوچ، جيڪو ادب سرجهيو اڄ بہ انهيءَ ادب کي اڳتي وني نصير ميمڻ، نثار کوکر، ادريس راجپوت، فضل الله قريشي، دستگير ڀٽي ۽ ٻيا سنو لکن پيا. جيتوڻيڪ ادب جي دنيا سيَ رنگ سانول ناهي. ڪڏهن بہ انهن جي دنيا مرگهہ درشنا نہ ناهن.

هادي ادب جي صنف جي حوالي سان ٻڌايو تہ: ادب اهڙي صنف آهي جيڪا زندگي کي حسين ۽ خوبصورت بڻائي ٿي. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي وٽ جيڪا نفاست آهي، خيال فڪر ۽ مقصد کي انتهائي نازڪ انداز واري لفظن ۾ بيان ڪرڻ وارو ڏانءُ ڏنو آهي. اهو لطيف کان سواءِ ڪنهن وٽ بہ ناهي لطيف جي شاعري آسمان تي چمڪندڙ سج وانگر آهي ۽ منهنجي ننڍڙي خيال موجب شيخ اياز آسمان تي چوڏهين جي چنڊ وانگر آهي. جنهن جي مدهن ٿڌڙي ۽ وڙهندڙ روشني سندس لفظن ۾ خوشبو سونهن، جذبو ۽ حياتي کي ايمان بخشي ڇڏي ٿي. شيخ اياز جي شاعري ۾ ڪم آندل تشبيهون لطيف جي شاعري جون سڪون لاهن ٿيون. زندگي جي حوالي سان هادي ٻڌايو تہ: زندگي تمام خوبصورت آهي، انجواءِ ڪيون پيا. زندگي تمام خوبصورت آهي ان کي وڏيڪ انجواءِ ڪيون ٿا پر ڪيترائي پيارا پيارا پرين دوست، ساٿي تمام گهڻو پري رهن ٿا. جن کي مان خوابن ۽ خيالن ۾ پاڻ سان گڏ رکندو آهيان. پر انهن جي ڪمي زندگي ۾ روزانو محسوس ڪندي وڏندي پئي وڃي چو تہ انهن پيارن محبوب اڳواڻن کي ڪن ڳيجهو مطلب پرست ۽ شڪ نظر ماڻهن جي ڪري ملڻ بہ مشڪل ٿي پيو آهي ۽ روز مشڪل ٿيندو پيو وڃي. جيڪي ماڻهن سان ملڻ لاءِ پنهنجا دروازا بند نہ ڪندا هئا هاڻي انهن کي دروازن کي بند ڪيو ويو آهي. جيڪي پنهنجي چاهيندڙ ماڻهن لاءِ پاڻ دروازو کولڻ تہ نهيو پر پنهنجي آزادي چرپر لاءِ هو پاڻ دروازو کولي نٿا سگهن اها زندگي ۾ ڪمي ڏاڍي شدت سان محسوس ٿي رهي آهي.

# هاديءَ جو انٽرويو

(روزاني اڳتي قدم، 20 جون 2021)

غلام قادر شيخ

سنڌ جي سرزمين تي قبضہ مافيا جو راڄ آهي: هادي پٽ

هادي پٽ روزاني اڳتي قدم کي انٽرويو ڏيندي چيو تہ: سنڌ اندر قانون جون خلاف ورزيون عام آهن سنڌ جي سرزمين تي قبضہ مافيا جو راڄ آهي ۽ عدليہ جي حڪمن تي عمل نہ ٿو ڪيو وڃي حالت تہ اها آهي جو قبضہ خورن قبرستانن تي بہ قبضا ڪرڻ شروع ڪيا آهن. سنڌ ملڪ جو اهم صوبو آهي جيڪو قدرتي وسيلن سان مالا مال آهي پر بدقسمتي سان سنڌ ۾ قانون جي خلاف ورزي ڪئي پئي وڃي سنڌ ۾ هر ڊپارٽمينٽ جو آفيسر قانون تي عمل ڪرڻ لاءِ تيار ناهي پر آفيسر چند پئسن جي ڪري پنهنجي عهدي جو ناجائز استعمال ڪن ٿا جيڪڏهن هر آفيسر پنهنجو فرض قانون مطابق سرانجام ڏئي تہ غريب ماڻهو رستن تي نہ نڪرندا هن چيو تہ بحريہ ٽائون جهڙا واقعا رونما ٿين ٿا ۽ بلڊر مافيا ترقي جي نالي تي سنڌ جي زمينن تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن هن چيو تہ تازوئي خيرپور جي ڳوٺ عارب سولنگي ۾ بہ هڪ بلڊر دولت جي نشي ۾ معصومن جي قبرستان کي مسمار ڪري قبضي جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ۽ قانون جي پاسداري نہ ٿو ڪري جڏهن تہ سنڌ هاءِ ڪورٽ سکر واضح حڪم ڪيو آهي تہ قبرستانن تان قبضہ مافيا جا قبضا ختم ڪرايا وڃن جڏهن تہ هتي ڳوٺ عارب سولنگي ۾ قبضہ مافيا قبرستان تي قبضي ڪرڻ جو ڪوشش ۾ مصروف آهن

# هادي پٽ ۽ پير مغان

ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ، خيرپور

هادي پٽ منجهند جو آچر ڏينهن پنهنجي نينگر رمضان ۽ شعيب پٽ سان گڏ سخت گرمي باوجود سکر کان منهنجي ميخاني/ خانقاهه تي آيا، مون خواهش مطابق لسي، چانورن جي ماني ۽ تريل پٽاٽا تيار ڪرايا.

ماني کائڻ کان پوءِ مونکي چوڻ لڳو: ”پير مغان هڪ سوال جو جواب ڪيپي“؟ ان وقت زاهد ڏهوٽ به اچي گڏ وينو.

مون عرض ڪيم قبلا ڪهڙي سوال جو؟

چيائين: خدا آهي؟

مون چيو: ”قبلا، اوهان پاڻ چو نه ٿا خدا کان پڇي ونو؟“ ته آهي يا نه آهي؟

منهنجي جواب ٻڌڻ کان پوءِ هادي پٽ تمام گهٽو روئي پيو، ايستائين جو ڪجهه وقت زارو قطار سان رڙيون ڪري روئڻ لڳو جنهن تي زاهد ڏهوٽ ۽ مون کيس کي ياڪر پري سيني لاتو. ڪجهه دير کان پوءِ چيائين. خادم! ڪمال آهين: مون کي چميون ڏئي پنهنجي پر ۾ ويهاريو، بار بار چوندو رهيو ”واهه! پاڻ چو نه ٿا پڇي ونو.“ خادم تون منهنجو اڄ کان ”پيرمغان“ آهين.

پير مغان جي لفظي معنيٰ آهي عشق فروش، شراب فروش، ساقي، پيشوا جيڪو عشق جي ستي پياري ۽ حافظ شيرازي جي شاعري جو بنيادي ڪردار، حافظ جي مطابق پير مغان پيار جا پيالا پُر ڪري مئخوارن کي محبت ۾ مدهوش ڪري ٿو ڇڏي.

هڪ ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهه ڳجهي فرمائي

پاڻ کي جاتو عبد جنين، تن بازي هٿ هارائي (سچل)

هادي جو پنهنجي پير مغان سان رشتو سالن جو نه بلڪ ورهين جو هئو. ظاهر ۾ به ۽ باطن ۾ هڪ ”من تو شدم، تومن شدي، من تن شدم، توجان شدي.“

هادي مون کي پيار مان ”پير مغان“ ڪري ڪوٺيندو هئو اسان جو ڪافي سارو بحث جو موضوع سائنس، مذهب، فلسفو ۽ تصوف هوندو هيو. هادي هڪ ڪامريڊ، لطيف جو حافظ ۽ پارکو، ۽ آءُ تصوف/ صوفي ازم تي تحقيق ڪندڙ شاگرد. جڏهن اسان وچ ۾ علم جي اسڪول جا دروازا کلندا هئا ته چا ڏينهن چا رات، هڪ جاءِ تي 24 ڪلاڪ گذري ويندا هئا ته به اسان جي اڃ باقي رهندي هئي.

هادي سائين سان منهنجا انيڪ سفر ۽ رولاڪيون رهيون انهن ۾ وطن جا بَر، بحر، سمنڊ ڪنارا، ٿر جون پٽون، ڪارونجهر جي ڪونئر، گنگاجل، پالوا مارئي جو کوهه، ننٺو، مڪلي، ڪينجهر، ڄامشورو، رني ڪوٽ، سَن، ڪراچي، حيدرآباد، اسلام آباد، ڪوهه مري، لاهور، ڪوئٽه، ڪچلاڪ، چمن، زيارت، جبل، ٽڪر، رڻ، پير، فقير، درگاهون، شهر، شامل آهن. ڳوٺ جا ڳوٺ هليا آهيون پر ٿڪيا نه آهيون.

هادي پٽ سان منهنجي ملاقات سال 2006ع ساحل تنظيم دوران ٿي جتي آءُ تنظيم جو صوبائي ميمبر هيس، ۽ هادي پٽ ليگل ايڊوائيزر هئو. آءُ 2010ع ۾ ساحل ڇڏي اچي خيرپور ۾ سيوا ڊولپمينٽ ٽرسٽ سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيم. سکر ۽ خيرپور ۾ پري رهندي به اسان جا لاڳاپا ۽ ڳانڍاپا روح ساڻ روح ٿي ويا. ڪڏهن هادي خيرپور ته ڪڏهن آءُ سکر پيا هڪ ٻئي جون زيارتون ڪندا هئاسين. هادي سان نه رڳو ڪچهريون پر تمام وڏا وڏا سفر گڏ ڪياسين. اسلام آباد کان ڪوهه مري، لاهور، ڪشمور کان ڪراچي، ريگستان، شهر، ڳوٺ، واهيون، مندر، مسجدون، سياسي ۽ سماج مهاڳ ۾ گڏ هئاسين.

مڪلي ۾ دوست خواجه غلام حسين جي آستاني تي اڪثر وڃي ڪچهريون ڪبيون هيون. ان جو خاص سبب اڪيلائي، ڪمن ڪارن کان موڪل ڪري ڪينجهر جي ڪڇ ۾ مڪلي جي ماڳن جي تاريخ، جنگشاهي (سندس جو درسگاهه) وڃي روح رهاڻ ڪبي هئي.

سنڌ جي ڪيترن ئي صوفي بزرگن جي مزارن بابت تاريخ، سوانح، شاعري، فڪر ۽ انهن جو تقابلي جائزو ڪرڻ اڪثر اسان جا موضوع خاص

هئا. جيئن هادي پٽ مطابق شاه لطيف جي شاعري ۾ قومي گيت، جدوجهد، وطن لاءِ محبت ڪانسواءِ روحانيت نالي ڪا بہ شي نہ آهي. جڏهن آءُ ان کي مولانا جلال الدين رومي، شمس تبريز، يونس امري، حاجي بيڪتاسي، تابتڪ امري، ابن عربي، معين شاهہ عنات جا شعر پڙهي ٻڌائيندو هئس تہ ڪجهہ وقت خاموش رهڻ ڪانپوءِ چوندو هو ”اسان ڪيترا بي خبر آهيون“. جنهن کي اسين دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر سمجهون ٿا اصل ۾ اسان جو مطالعو گهٽ آهي جو اسين پرکي نہ سگهيا آهيون ان معيار کي.

هادي پٽ (1961-2022) غلام محمد جي گهر 13 آڪٽوبر 1961ع تي لکي لڳ ڳوٺ چڪ ضلع شڪارپور ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم نئين پنڊ پرائمري اسڪول ۽ سيڪنڊري تعليم هاءِ اسڪول منارا روڊ سکر ۾ ورتائين.

سال 1980 کان 1994ع تائين قومي سياست ۾ شامل رهي، قومي سياسي ڪارڪن طور عوامي تحريڪ سان وابسطہ رهيو ۽ سنڌي مزدور تحريڪ جو مرڪزي صدر پڻ رهيو. سال 1992ع لا ڪاليج خيرپور ۾ وڪالت جي ڊگري ۾ داخلہ ورتائين ۽ 1995ع ۾ ڊگري پاس ڪري بطور وڪيل سنڌ بار ڪائونسل ۾ رجسٽرڊ ٿيو ۽ سکر جي ناليواري وڪيل نظام بلوچ جو شاگرد ٿي وڪالت جو ڪم شروع ڪيائين. 2003ع ۾ بطور هاءِ ڪورٽ وڪيل رجسٽر ٿيو. 2021 ۾ سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جو وڪيل ٿيو. سکر ضلعي بار ايسوسيئيشن جو 2008-2009 ۾ نائب صدر ۽ 2012-2013 ۾ صدر رهيو، هاءِ ڪورٽ بار سکر جو 2015-2016 ۾ جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو.

وڪالت جي شعبي ۾ سڄي سنڌ اندر تمام گهڻا ساٿي، دوست هئيس، جن مان ڪي خاص جن سان ويهي وقت گذاريندو هئو، تن ۾ قربان ملاڻو سر فهرست آهي، ان کان علاوه، نثار پنيرو، رفيق چاچڙ، امان الله ملڪ، نظام بلوچ، علي رضا بلوچ، امداد شيخ، اسلم سمنگ، مدد علي شاهہ شامل آهن.

وڪالت سان گڏوگڏ هادي پٽ ڪيترين ئي سماجي ۽ انساني حقن جي تنظيمن سان لاڳاپيل رهيو جن ۾ خاص طور تي ساحل (ٻارن سان

جنسي زيادتي خلاف ڪم ڪندڙ تنظيم)، اسپارڪ (ٻارڙن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪندڙ تنظيم) ۽ سيوا ڊولپمينٽ ٽرسٽ سنڌ شامل آهن.

هادي ڀٽ جو سياست ۾ اچڻ جو رستو ادبي هئو، ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران، هادي ڀٽ مرزا قليچ بيگ، عمر دائود پوٽو، شاه عبداللطيف ڀٽائي، امر جليل، رشيد ڀٽي، ۽ ٻين کي پڙهڻ سان ٿيو. سنڌ جي شاعرن اديبن خاص طور تي ادل سومرو، اياز گل، رشيد ڀٽي، شيخ اياز ۽ ابراهيم جويو سان سندس جو گهرو تعلق رهيو.

هادي جا ڪيترائي شاگرد رهيا، جن ۾ سندر چاچڙ، گل فيروز ڪلوڙ، شڪيل ابڙو، بينش غزل، احسان شرع ٻيا شامل آهن.

13 ڊسمبر 2021ع تي هادي سائين ڪورٽ ۾ اچانڪ بيهوش ٿي ويو، آءُ خيرپور هئيس، فون تي اطلاع مليو، آءُ فورن هادي سائين جي نمبر تي ڪال ڪئي ته هادي پاڻ فون تي ڳالهايو، پڇيو مانس! هادي چا ٿيو! وراٽيائين ڪجهه نه آءُ ٺيڪ آهيان اوهان پريشان نه ٿيو. ائين معمولي چڪر اچي ويو. چا ته بهادر ۽ دلير دلبر شخص هو. NICVD اسپتال جي بيڊ تي هوندي به چوي معمولي چڪر آيو آهي پريشان نه ٿيو.

بهرحال آءُ شام جو سکر وڃي گهر مليو مانس؛ ڊسمبر جي سخت سيءُ ۾ ملاقات ڪئي. مون محسوس ڪندي چيو هادي تو بيوفائي پيو ڪرين! هاڻي تون مونکي اڪيلو ڇڏي وڃڻ جي چڪر ۾ آهين. ملاقات ڪري واپس خيرپور موٽي آيس پر دل منهنجي سکر ۾ رهجي وئي، آءُ "بي دل" ٿي رات پنهنجي فيس بوڪ وال تي لکيو:

"هادي اهو گلاب جو گل آهي جيڪو زندگي جي پاٽي سان ٽڙي پکڙي لهرائي رهيو آهي، جيڪو گلاب جيئان گهڻو وقت خوشبو پکيڙي نه سگهندو. پر هن گلاب کي باغ جي ٻين گلابن کان پهرين مرجهائڻو پوندو."

جنهن تي هادي مون کي جواب لکي موڪليو:

"مجون ٿا، مجون ٿا، اڄ يا سڀاڻي بدن جوهي پڙپانگ ٿيندو؛ پنهل هي پساهن جو ويندو پلائي،

مگر هاڻي هاڻي، جنهن هن گهڙي ۾ تون مان جيئون پيا،
انهيءَ جي هجڻ کان تہ انڪار نہ آهي،
۽ ڏورانهين ٽيشڻ کان، لتا جو پئي گيت گنگنائي،
انهيءَ کي پلا ڪو موت ۽ مات آهي؟

30 ڏينهن بعد هادي ذيابطس جي موضي مرض جي وجهہ سان سندس جي پير جي هڪ آڱر ناڪاره ٿي ڪري مري چڪي هئي جنهنجو آپريشن ڪراچي جي اسپتال ۾ ممڪن هئو.

هادي مون کان سواءِ بلڪل سفر نہ ڪري، توٽي جو ٻيا ساٿي گڏ هجنس، اسين ڪراچي ۾ گڏ هئاسين، خير سان آپريشن ڪامياب رهيو، دوست وحيد سامٽيو ۽ مون کي چيائين اوهين واپس ٽيو آءُ ٻن ڏينهن بعد سڌو درگاهہ جهوڪ شريف ايندس اوهين بہ اتي ايندا، پاڻ هڪ ٻہ راتيون صوفي محبوب ستاري سان ڪچهري ڪري بعد ۾ پنهنجو ادبي رهيل ڪم پورو ڪنداسين. خادم! تون پنهنجو ڪتاب جلد کان جلد لکي پورو ڪر، جيئن 2022 ۾ شايع ڪرايون ۽ آءُ بہ اوهان جي خانقاهہ تي رهي ڪري ڪجهہ ڪم ڪريان.

فيبروري جو مهينو صبح جو سوير رمضان پٽ ڪراچي مان فون ڪري ٻڌايو تہ بابا سائين بيوفائي ڪري هليو ويو. اهڙي ريت هن گلاب جي گل، باغ جي ٻين ڪنوارن جي اچڻ کان پهرين ڪومائجي ڇڻي پيو.

پـــير مغان تـون ساقي، ڪو جام پيار باقي
تئي صاف دل جي طاقي، لاهيو اکين جا اولا
(محسن بيڪس)

پهرين فيبروري منهنجو جنم ڏينهن ۽ پهرين فيبروري هادي جو شب عروس.

اسان جو هادي اسان سان گڏ آ
اسـان جـو جاني جدا تـہ نـاهي

# ناماري قانوندان
# هادي پيٽ جو وڇوڙو....

## ايڊووڪيٽ آغا صورت

اها غالباً (2003ع) جي ڳالهه آهي جڏهن منهنجو والد آغا علي احمد خان پٺاڻ صاحب، پاڪستان جي ناماري قانوندان سائين ’نظام بلوچ صاحب‘ سان پريڪٽس ڪندو هيو، جيڪو رشتي ۾ منهنجي والد صاحب جو مامو پڻ آهي. شروعاتي مصروف ترين وقت جي ڪري اڪثر نظام بلوچ صاحب جو ڊرائيور اجمل اسان کي اسڪول مان صاحب جي گهر ڇڏيندو هيو جتي اسان اڪثر منجهند جو ساھ پٽيندا هئاسين ۽ شام جو بابا مون کي پاڻ سان گڏ ڪڏهن ڪڏهن نظام بلوچ صاحب جي چيمبر ۾ وٺي ويندو هيو پوءِ اتي ٻاهرين ڪمري ۾ سائين جن جا جونيئر ويهندا هئا ۽ اي سي جي هيٺان بابا جي ٽيبل ۽ ڪرسي هوندي هئي جتي پرسان مان ۾ ويهندو هيس اسان جي نيڪ سامهون هڪ ٽيبل لڳل هوندي هئي جتي هادي بخش صاحب ويهندو هيو ۽ پنهنجي استاد نظام بلوچ صاحب کان ڏنل اسائنمنٽ حل ڪرڻ ۾ مصروف رهندو هيو، جنهن جي وچ وچ ۾ بابا کي (لطيف سائين) ۽ (شيخ اياز) جا شعر پڻ ٻڌائيندو هيو، جنهن جي جواب ۾ بابا به پنهنجو ڪم روڪي ڪري (استاد بخاري) جا شعر ٻڌائيندو هو پوءِ محفل مچي پوندي هئي. عمر جي ان ٻي سمجهي واري دور جي ڪري ڳالهه ٺپ سمجهه ۾ ڪونه ايندي هئي پر من موهيندڙ ضرور هوندي هئي.

پوءِ اسان ڳوٺ کان مستقل سکر لڏي اچي ويناسين ته اڪثر اسان جي گهر ۾ محفلون لڳنديون هيون، جنهن ۾ بابا جي ويجهن دوستن قربان علي ملاڻو صاحب، هادي بخش پيٽ صاحب ۽ مرتضي ڪورائي صاحب هوندا هئا ۽ هميشه هادي صاحب ۽ بابا وارن جي وچ ۾ زير بحث

موضوعن ۾، لطيف جو فڪر ۽ استاد بخاري جون ڳالهيون، اياز جا رومانوي پهلو هوندا هئا ۽ (رسول بخش پليجو صاحب) سان رٿيل ڳالهيون هونديون هيون.

مان هميشہ ڪمري جي در تي ويهي مزو ماڻيندو هيس ۽ ڳالهين کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هيس جتي بابا اڪثر هادي صاحب کي مذاق مذاق ۾ چوندو هيو تہ هادي ڪامريڊي ڪرين ٿو يا ڇڏي ويو آهين. هميشہ جواب هوندو هيو تہ مرڻ گهڙيءَ تائين ڪامريڊي ڪبي ۽ ڪئين ڇڏبي، جنهن قول سان مرڻ گهڙيءَ تائين ثابت قدم ۽ مستقل مزاج رهيو، پنهنجي عملي سياست جي شروعات عوامي تحريڪ سان ڪيائين، سائين رسول بخش پليجي جي ويجهن ماڻهن مان هڪ هو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين تنين سان توڙ نڀايائين ۽ رسول بخش پليجي صاحب مان متاثر ٿي قانون جي پيشي جي واڳ ورتائين ۽ پوءِ جلد ئي پنهنجي تحريڪي ساٿي سکر جي نامياري وڪيل نظام بلوچ صاحب سان گڏ (1997ع) ۾ قانون جي پريڪٽس شروع ڪئي ۽ مظلومن جو آواز بڻيو، منهنجو انهن سان آخري چار سال تمام ويجهو ۽ مستقل واسطو رهيو. پوءِ ڪڏهن پاڻ اسان کي لطيف ٿي سمجهايائين ڪڏهن سچل ٿي سامي جي آواز ۾ نظر آيو ڪڏهن بيدل سائين جيئين بي باڪ نظر آيو، سنڌ جا عظيم شاعر تہ نهيو پر برصغير جي بين وڏن شاعرن تي بہ پڻ سٺو عبور هوس. هميشہ منظور جهلا جا شعر معني سان ٻڌائيندو هيو اهو تہ نهيو پر ڪبير سائين ۽ تلسي داس تي بہ وڏو عبور هين. جڏهن بہ ڊسٽرڪٽ سکر بار ۾ ملندو هو ڪا نہ ڪا نئين شيءَ ٻڌائيندو هو. ۽ اسان کي بہ سکڻ لاءِ الاهي ڪجهہ ملندو هو، ۽ هيمشہ بار جي آخري ٽيون نمبر صوفي تي پنهنجي دوستن سائين مدد علي شاهہ، علي احمد خان، حاجي رفيق احمد چاچڙ، امان الله ملڪ، شيوڪ رام واليچا، نويد احمد شاهہ، مير احمد چانديو، اعجاز منگي، آصف پٽي، سميت ويهندو هيو.

۽ پاڻ کان ڪجھ جونيئر وڪيل دوستن جئين تہ بابر لغاري، قربان علي شر، لالا آصف پناڻ ۽ عبدالستار شر ۽ عطيق الرحمان سومري جن سان بہ انتهائي شفقت جي نگاھ سان هوندو هيو.

جتي ڪڏهن ڪڏهن مون کي بہ هادي صاحب جي پيار ۽ محبت جي ڪري مون کي بہ اجازت ملندي هئي، اسان کي سياست سان روح شناسي ڪرائڻ وارو هادي بخش پيٽ صاحب هو، هميشہ مون کي ۽ سرتاج حيدر شر، علي مرتضيٰ ميمڻ کي پاڻ سان گڏ ويهاري سياسي شعور بخشيندو هو، جنهن جي بدولت اي بي ڊي لا ڪاليج سکر ۾ سياست جو بنياد رکيو، ۽ هميشہ اڻٿڪ جدوجهد ڪرڻ لاءِ همٿايو.

هادي بخش صاحب هميشہ چوندو هو منزل تي پچڻ لاءِ منزل ڏانهن ويندڙ ڪنور رستي تي تن تنها هلڻو پوندو. ۽ پاڻ سيني کي اڻٿڪ جدوجهد ڪرڻي آهي. هميشہ مظلومن جو آواز بڻيو ۽ سماجي ڪمن ۾ هميشہ سر فهرست رهندو هو ۽ اسان کي آخري ڇئن سالن ۾ تمام گهڻو گڏ رکيائون، اڪثر سماجي پروگرامن ۾ گڏ رهياسين جنهن ۾ عورت آزادي مارچ. جيندر بيس وائلنس سيمينار ۽ سياسي شعور ڏيندڙ سيمينار ۾ توڙي جو سياسي سماجي ورڪرن جي ورثن ۾ پڻ گڏ رهياسين، هادي بخش صاحب جي زندگي جون آخري چار بهارون زندگيءَ پر ياد رهنديون.

سائين جن جي وچوڙي عزيت رسائي آهي جنهن جو خال ڪوئي بہ پورو نہ ڪري سگهندو. هادي صاحب جهڙا ناميارا قانوندان ۽ عوامي ڪارڪن ۽ پارٽي نظم و ضبط جا ڄاڻو صدين ڪانپوءِ پيدا ٿيندا آهن.

# ساٿي هادي پٽ ڀ هليو ويو..

## اياز لطيف پليجو

هن پنهنجي سڄي حياتي سوچي سمجهي، لکي پڙهي، سنڌ، عوام، پارٽي ۽ انساني حقن جي حوالي ڪئي هئي. هفتو اڳ 23 جنوري تي ساڍس ڪراچي ۾ مليو هئس. هميشه جيان درد ۽ تڪليفون لڪائي، پنهنجائپ واري ڀرپور ياڪر، چمڪندڙ گهرين اکين ۽ جوشيلي مسڪراهٽ سان مليو هو، بيماري، شگر، پير جي آڱرين جي مسئلي ۽ دل جي تڪليف جي ڳالهه ڀ اهڙي هلڪي ڦلڪي انداز ۾ ٻڌايائين ڄڻ معمولي ذڪام يا مٿي جي سور جي ڳالهه ڪندو هجي. ساڳيو پر اعتماد چهرو جيڪو ڍاڪن کان عوامي هائوس، نسيم ڊيلڪس، پناڻ ڪالوني، پرنس ٽائون کان ويندي لانگ مارچن، جلسن، احتجاجن ۽ ريلين ۾ هميشه ڏسندو آيو هئس ۽ ساڳي پروقار ۽ دل ليائيندڙ مرڪ جيڪا هر نئين چيلينج ۽ هر مشڪل کي آسان ٻڻائي وجهندي هئي.

چوڻ لڳو هو ڀ اوهان کي ڪئي ڀيرا مون ۽ خادم ڍهوٽ دعوت ڏني آهي، پر اوهان اڃا سڪر بار لاءِ وقت ناهيو ڪڍي سگهيا. معذرت ڪري جلد اچڻ جو وعدو ڪيو هئم. چار ڏينهن اڳ وري ڪيس فون ڪري طبيعت پڇيم، چوڻ لڳو ڀ آپريشن ٽيڙو آهي، دوست جو فرزند ڊاڪٽر آهي خير ٿي ويندو. گذريل رات ڏهين وڳي وري ڪيس فون ڪيم سندس ٻدران کنهن عزيز فون کنيو، چيائين ڀ آپريشن ڪامياب ٿي ويو آهي پر ساهه ۾ ڪجهه تڪليف اٿن. هڪدم ساٿين مظهر راهوجي، اشفاق چنڙ، منان، فرحان، ڪاشف، فياض، ديدار ۽ اختيار سان رابطو ڪيم ڀ صبح جو سائين سان وڃي ملو، پر هو اڄ صبح جو سويل ئي اسان سڀني کان موڪلائي ويو.

سائين هادي پٽ قومي عوامي تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻ سان گڏ، نه صرف هڪ نامور قانوندان، روشن خيال قلمڪار، بار جو ليڊر ۽ انساني حقن جو متحرڪ اڳواڻ هو بلڪه هو هڪ بيمثال انسان، گهڻ طرفو ٿنڪر ۽ محبتون ورهائيندڙ ۽ ماڻهن کي گڏيندڙ يونيڪ شخص هو. سکر ۾ سندس ميزباني ۾ ساٿين ابراهيم سارنگ، نظام بلوچ، حڪيم زنگيجي، خالد پٽي، نثار مگريو، سچل پٽي، ساجد شاهه ۽ ٻين سان ڪيل پرمغز ۽ دلچسپ ڪچهريون هميشه ياد رهنديون.

گذريل ڪجهه ڏينهن دوران سائين نور محمد پونهر، راحب ٻپڙ ۽ ساٿي پاويل جوڻيجو جو وڇوڙو ۽ هاڻ ساٿي هادي پٽ جي روانگي. صبح کان سوچيان پيو، ته ڪڏهين نه ڪڏهين ته وڏو اسان سڀني کي آهي، پر چا وقت سر صحت بابت اسان جي پنهنجي سجاڳي، سنڌ ۾ ڪنهن سني، معياري، مناسب خرچن واري جديد ترين اسپتال جي هئڻ ۽ انهن ۾ باصلاحيت ڊاڪٽرز جي موجودگي سان هادي پٽ، اشرف لاکو، پاويل جوڻيجو، ظفر لاڙ، اي ڊي ٽالپر، راحب ٻپڙ، مقصود ميمڻ، نذير شيخ، طفيل شهواڻي، اعجاز سمون، نذير ميمڻ ۽ ڪجهه ٻيا دل گهريا دوست ۽ ساٿي اسان پاڻ وٽ ڪجهه سال وڌيڪ ترسائي نٿي سگهياسين؟

# سنڌ جي شعور جا سونها....

**دودل چانڊيو**

سنڌ جي ويجهي ماضي جي باشعور، روشن خيال ۽ ڪاهوڙي قافلي جو ساٿي هادي بخش پٽ قرب ڪري ڪراچي پريس ڪلب ملڻ آيو، مختصر ئي صحيح، پر ڪچهري ڪري ٽڪ لهي ويا، هادي پٽ انهن ڪردارن مان آهي جن سنڌ سميت سڄي دنيا ڪي نہ رڳو بدلائڻ جا خواب ڏنا، پر انهن خوابن جي ساپيان لاءِ پير پٿون ڪيا، جن ڏکن، تڪليفن ۽ امتحانن ۾ گهبرائجن بدران لطيف جي ٻولي ۾”آڏو ٽڪر ٽر، متان روهہ رتيون ٿئين“ جي واٽ ورتي، هادي پٽ سنڌ جي انهن عاشقن مان آهي جن سڄي حياتي ”تتي ٿڌي ڪاهہ“ جو سندرو ٻڌي رکيو، رسول بخش پليجي ۽ شهيد فاضل راهو جي قافلي جا هي سپاهي، ”جڳ سين جڳ جهڙو“ ٿيڻ بدران ”لوڪ وهي لهوارو تون اوچو وهہ اوڀار“ رهيا، جن سڄاڳي جي سفر ۾ سنڌ جا جهڙ جهنگ جهاڳيا، هو پنهنجي پير جي علاج لاءِ ڪراچي آيل آهي مون سندس پيرن ڏي ڏٺو، ڪلندي چيائين ”پير زخمي آهي، ان جي علاج لاءِ آيو آهيان“ مون چيو انهن پيرن پنڌ بہ تہ ڪيا آهن هي اهي پير آهن جن سنڌ اندر شعور جا سج پوکيا، هي سماج جا منفرد ڪردار وقت جي هوائن سان گڏ ڦريا، ٿڪا يا وڪا ڪونہ، پر اڄ بہ ان واٽ کي صحيح واٽ سمجهن ٿا، جيڪي پنهنجي ماضي جي سياسي پورهئي تي فخر ڪن ٿا، سندن ايمان قائم آهي هو پنهنجي سڄاڻپ اڄ بہ ڪنهن وڏيري / سردار جي ماڻهو طور ڪرائڻ بدران ان مٿي ڦريل قافلي جي سپاهي طور ڪرائين ٿا، ڪراچي جهڙي سمنڊ ۾ اچي اسان جهڙن سندن شاگردن کي ڳولهي هٿ ڪري پنهنجي روح جون ڳالهيون ڪرڻ تي فخر ڪن ٿا، اسان کي اڄ بہ اهو عوامي هائوس ياد آهي جيڪو هادي پٽ، ماما عارب ڪيڙانو، عالم شاهہ، وشنو مل، محمد خان پرڳڙي، ڏاڏا قادر ۽ ٻين استادن سان پريل هوندو هو، اسان ڪان پهچندي پڇندا هئا تہ ڪهڙا ڪتاب پيا پڙهو، اڄ پنهنجي استادن جي قبيلي جي هڪ استاد هادي بخش پٽ سان قرب پري ڪچهري ٿئي، شال جڙيو هجي، صحت مند هجي.

# هادي پيٽ جي وڇوڙي جو گهاءُ

جبار مهر

سُنا دوست ائين جلدي جلدي موڪلائي الائي تہ ڇو ويندا آهن جن سان من هر پل ملڻ چاهيندو آهي گهمڻ ڦرڻ چاهيندو آهي کلڻ چاهيندو آهي دل جا حال اوري من هلڪو ڪرڻ چاهيندو آهي الائي تہ ڇو انهن سان اهڙو تہ روح جو رشتو ٿي ويندو آهي جو هو رت جي رشتن کان وڌ پيارا ٿي وڃن ٿا جيئن اسان جو پرين پيارو دوست هادي پيٽ عرف هادن سائين هو. هادن سائين ڪچهرين جو مور تہ هو ئي هو پر دوستن جو ايترو تہ هڏ ڏوکي هو جو مثال ڏئي ماڻهو ٿڪجي پوي. شل نہ ڪنهن دوست کي تڪليف ۾ هڏي ڊوڙي اچي پهچي ويندو ۽ وت کان بہ وڌ ڪوشش ۾ لڳي ويندو ۽ تڪليف دور ڪري پاڻ پوءِ سک جو ساهہ کڻندو، شايد هي پاڻ هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. ڏک ڏسي اڳتي محنتن سان وڏي جڏهن وڻ ٿيو تہ هي طبيعتن غريب ئي رهيو ڪڏهن بہ پاڻ کي وڏو ماڻهو سمجهيو ئي ڪونہ هيٺ پَٽ تي ويهڻ وارو جوان ڪو عيب سمجهي ئي ڪونہ. مان سمجهان پيو تہ هادن رڳو منهنجو ويجهو دوست هو ڏک سک اورڻ مونسان ئي رهيو هو پر يار جي تڏي تي خبر پئي تہ هي سيلاني يار هر هڪ جو ۽ هزارين دوستن جو ويجهو دوست ياءُ رهيو هو اهو مون لاءِ پهريون تڏو هو جتي دوستن کي اوچانگرا ڏيندي ڏٺو ۽ هڪ ٻئي کي حڪم ڏٽي جو چوندي هڪٻئي سان عذرخواهي ڪري رهيا ها، ايڏو ڏکائيندڙ ماحول هو جو وات ويندو بہ لڙڪ روڪي ڪونہ سگهيو هو. هادي پيٽ بنيادي طور هڪ عوامي ماڻهو هو، هي شخص پليجو يونيورسٽي جو اهو شاگرد هو جو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي پنهنجي سنڌي قوم کي جاڳائڻ جا مرندي دم تائين پنڌ

ڪندو رهيو جنهن سبب سموري سنڌ سجاڳي ٿي ۽ هارين جي حقن لاءِ هاري تحريڪ جو مرڪزي اڳواڻ رهيو جنهن جي ڏوهه ۾ ڪيترائي دفعا جيلن جي سلاخن ۾ به رهيو ته ڪونه مڙيو آخر هادي ڀٽ جي گهر تي ڇاپا هڻي سندس پيڻ کي گرفتار ڪري لاڪپ ڪيو ويو تڏهن به ڪونه مڙيو پير ڀڃون ڪري ڇڏيائين آخري جملا به سندس اهڙا ئي هيا جو چوندو هو انهن پيرن سموري سنڌ گهمي آ هاڻي اهي ئي پير حياتي نيندا. ڇو جو آخري پهرن ۾ شگر جي ڪري پيرن جي آڱرين ۾ زخم ٿي پيو جنهن جي آپريشن دوران ئي هو هميشه لاءِ ابدي ننڊ ۾ هليو ويو. سکر ۾ ان جو جوڙ اسانجي سينيئر دوست ابراهيم سارنگ سان واهه جو لڳندو هو آئي ڏينهن محفل ۽ اسان جا به ٺٺ وينا محفلن جا مزا وٺون ۽ سکون وينا پر سائين ابراهيم سارنگ به 2018 ۾ اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي ابدي ننڊ ۾ هليو ويو.

جڏهن ته سائين ابراهيم سارنگ کان پوءِ به محفلون مچنديون رهيون پر ڪيس کي وساري ڪونه سگهياسين. هادي ڀٽ جڏهن سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جو وڪيل ٿيو ته مان ۽ ياءَ خالد ٻانڀڻ گڏجي مبارڪ ڏيڻ سندس گهر وياسين ته محفل سجائي ڇڏيائين ۽ ڪيترائي پنهنجي مرضي مطابق گڏ فوٽو ڇڪرايائين ۽ سنڌي ماڻهو جي عاجزي وارا هٿ ٻڌي به فوٽو ڇڪرايا جيڪي پٽن رمضان ۽ رحمان پئي ڇڪيا توڙي جو ان وقت هن يار جي طبيعت به نيڪ ڪانه هئي ۽ رات جي وچين پهر ۾ موڪلايوسين. پيرن جي تڪليف هجڻ جي ڪري ڊاڪٽر جوگر شوز لکي ڏنو جيڪو هن بازار مان ورتو ۽ پائي سڌو منهنجي فوٽو شاپ تي آيو چيائين مري وياسين هاڻي رڳو هڪڙي ئي جوگر کي پائبو: جيڪو لاهڻ جي ڪري پيو ته ڪونه پيو لهيس سو پنهنجي پٽ رمضان کي چيائين ته لاهه ته ٿورو پيرن کي واڪو ڪيان هن ۾ ته پيرن جو ساهه ٿو منجهي جيڪو رمضان ويهي اهو جوگر لاٿو ۽ پير فرش تي رکي هڪ وڏو ٿڌو ساهه کڻي چيائين سکون اچي ويو يار. جنهن ڏهاڙي

ڪراچي وڃي پيو تہ فون ڪيائين تہ ڪراچي وڃان پيو ڊاڪٽر بہ اها صلاح ڏني آ ۽ فقير مشتاق مگريو بہ اهو ئي چيو تہ ڪراچي ٽراما سينٽر ۾ پيرن جو علاج آ هڪ پيرو اتان معائنو ڪرائي اچو سو جيڪا سنگت جي صلاح سو هڪ ٻن ڏهاڙن ۾ موٽي اچبو پوءِ ڪچهرا قائم آهن سو مون بہ رواجي چيو نيڪ آ سر خير سان ٿي اچو تہ پوءِ ڪچهرو هٽنداسين؛ ڪراچي پهچڻ ڪان پوءِ مونسان ۽ ياءُ خالد ٻانيڻ سان فون تي ڳالھ ٻولھ ٿي جنهن ۾ چيائين ڊاڪٽرن چيو آ پير جي آپريشن ٿيندي سو دعا ڪيو سيان خير سان ٿي وڃي. سو خالد ۽ مون هڪدم فيس بڪ تي وري دعائن لاءِ پوسٽون رکيون نيڪ 10 منٽن ڪان پوءِ هادي سائينءَ جي مون ڏي فون آئي هي يار چا ڪيو اٿئي مان تہ توهان کي حوال ڏنو ۽ تو پوسٽ بہ رکي ڇڏي آ سائين ايازگل جي فون آئي هو سڀڻ پريشان ٿي مونکان خير خيريت جو حوال ورتو تنهنجي پوسٽ تي ڪيترائي دوست پريشان ٿي ويا آهن سو مهرباني ڪري پوسٽ ڊليٽ ڪر جو وڌيڪ دوست پريشان نہ ٿين؛ مون چيو نيڪ آ جنهن تي ٺورا مڃي فون بند ڪيائين ۽ مون پوسٽ هٽن ڪري ڇڏي؛ وري ٽئين ڏينهن فون ڪيم چيائين آپريشن خير خيريت سان ٿي وئي پوءِ سمورن دوستن جو حال احوال ورتو ۽ مون دوستن لاءِ ٻڌايو ممتاز بخاري سان ملاقات ٿي اوهان لاءِ پڇي پيو ۽ جمال ناصر سان بہ ملاقات ٿي اهو چوي ٿو هاٽي پرهيز ڪيو ۽ هوڏانهن حڪيم زنگيجو بہ آيو هو چوي پيو تہ توهان سان ڳالھ ٿي آهي سو بس هاٽي هادي اچي تہ هڪڙي پرپور دعوت محفل رکون ٿا سو مان بہ ها ۾ ها ملائي آ هاٽي اچو تہ حڪيم ڪان اها دعوت تہ وٺون ۽ ها امداد چڇر صاحب فون ڪيو آ تہ مان ڪراچي ۾ رهان ٿو هادي صاحب جي مڪمل ايڊريس ٻڌائي تہ مان عيادت بہ ڪري اچان ۽ ڪو ڪم ڪار هجي تہ خدمت ڪري اچان؛ ان ڪان پوءِ تو سيني دوستن لاءِ مهرباني ڇئي ۽ امداد چڇر لاءِ ايڊريس لکرائي جيڪا مون ان کي فون ڪري لکرائي. ۽ آخر ۾ چيو تہ هاٽي پلي پوسٽ رک يار تہ مان خيريت سان

آهيان ۽ دوست فون ڪري حال حوال پلي وٺن پوءِ مون اها پوسٽ بہ رکي وري چوٿين ڏينهن امداد چچر صاحب جي شام جو فون آئي تہ چيائين هادي صاحب وٺ پهچي ويو آهيان پر هن کي تہ آپريشن ٿيٽر ۾ ڪٽي ويا آهن هتي هن جو پٽ رمضان مليو آ: مون چيو آپريشن تہ ٿي وئي وري ڇا جي آپريشن توهان رمضان کي ڏيو تہ مان ڳالهايانس سو رمضان سان ڳالھ ٿي چيائين چاچا ٻي جنگھ جي آپريشن اٿس چون ٿا ٻہ ڪلاڪ هلندي مون چيو ڪلهہ تہ هادن اهڙي ڳالھ ڪانہ ڪئي چيائين اها ڳالھ صحيح آ پر ڪجھ ٽيسٽون رهيل هيون جن جي اچڻ ڪان پوءِ ڊاڪٽرن چيو جلد ٻي آپريشن ٿيندي سو بابا چيو نيڪ آ ٻي بہ ڪري ڇڏيو. مون امداد صاحب کي چيو توهان رمضان ڪان ڪم ڪار پڇي پلي في الحال گهر وڃو سياڻ وري اچجو سو امداد صاحب رمضان سان ملي گهر هليو ويو مون کي اڻ تڻ لڳي پئي هئي سو مون 10 وڳي هادن جي نمبر تي ڪال ڪئي تہ رمضان اٽينڊ ڪئي مون پڇيو آپريشن ٿي وئي چيائين ها چاچا آپريشن ٿي وئي: مون چيو بابا کي ڏي تہ ڳالھ ڪيون چيائين بابا کي ٿوري ساھ ۾ تڪليف ٿي پئي آ سو ڊاڪٽر آيو آ جيئن ئي ٿورو آرام آيس تہ ڳالھ ڪرايان ٿو پوءِ وري مون 11 وڳي فون ڪئي تہ اٽينڊ نہ ٿي مون سمجهيو هاڻي گهڻو ٽائيم ٿي ويو سو آرام ۾ هُوندو جنهن ڪري سياڻ ڳالهائي ونبو صبح جو موبائل تي رنگ وڳي نانءُ ڏنم حاجي وحيد قريشي هيلو ڪيم چيائين هادي صاحب هميشہ لاءِ الوداع ڪري ويو ياءَ بس ساھ ئي سڪي ويو منهنجو يار ائين وڃڻ وارو تہ ڪونہ هو اجان ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪرڻيون هيون. الواع الواع اي منهنجا محبوب دوست چوٽو پيو.

# هدايتون ڏيندڙ هادي هليو ويو

خالد ٻانيڻ

هو جيڪو هادي هيو هدايتون ڏيندو هيو، هن جي هر ادا ۾ سنڌ سمايل هئي، دوستن جو پيار پوري وجود ۾ وڪوڙيل هئس، مان جڏهن به هن سان ملندو هيس ته منهنجي چپن تان لطيف سرڪار جي بيت جون هي سٽون اچارجي وينديون هيون. ته ”جيسين جيارين تيسين هادي رکين حفظ ۾“ ۽ واقعي به هن ائين ڪري ڏيکاريو، صحافت جي سڪر ۾ منهنجي 23 سالن واري عرصي دوران گهٽ ئي ڪي اهڙا ڏينهن هوندا جن ڏينهن ۾ اسان هادي پيٽ سان نه مليا هونداسين، ويجهڙائي وارن ڏينهن ۾ ته روزانو پراڻي سکر جي ٽانگا اسٽينڊ تي پياري دوست جبار مهر جي فوٽو گرافي واري دڪان يا سندس شاليمار واري آفيس تي شامون گڏ گذرنديون ۽ ڪچهرا ٿيندا هئا انهن ڪچهرين ۾ سياست، صحافت، ادب، شاعري ۽ سوشل ميڊيا تي روزانو ايندڙ نون بحثن جي حوالي سان ڊگها بحث ٿيندا هئا. هو پنهنجي ذات ۾ هڪ سچو، کرو، منفرد انسان هيو، هن جو سنڌ سان ۽ لطيف سرڪار جي شعرن سان روحاني عشق هيو، ڪيس شيخ اياز، پٺائي سرڪار، فيض احمد فيض، ساحر لڌيانوي ۽ احمد فراز جا طويل نظم، بيت، غزل حفظ ٿيل هوندا هئا. جيڪڏهن ڪائي سٽ غلط به پڙهي ويندا هئاسين ته ان کي درست ڪري ونندو هو، ها مان سنڌ جي نامياري وڪيل، سياستدان، اديب، عوام دوست، سماجي اڳواڻ مرحوم هادي پيٽ جي ڳالهه ڪري رهيو آهيان، هادي پيٽ جيڪو ڪورٽن جي ڪيسن دوران اڪثر اسان ڏٺو ته غريب، بي پهچ ماڻهو جڏهن پنهنجي مسئلن جي حل ۽ ڪورٽن جي ڪيسن جي حوالي سان فيس جا پئسا به نه پري سگهندا هئا ته انهن جا ڪيس مفت ۾ وڙهندو هيو، هو ڪڏهن به مات ڪري ويهڻ وارو ماڻهو ڪونه هيو، هادي پيٽ پنهنجي پرين پياري دوست خادم ڍوٽ سان گڏجي پوري سنڌ جا سيلانين وانگر سير ڪري

تجربا ۽ مشاهدا حاصل ڪيا، پنهنجي زندگي جي آخري ڏينهن ۾ جنهن جي ڪنهن کي به ڪا خبر ڪانه هئي ته هو ائين موڪلائي هليو ويندو. مون کي چوندو هيو ته خالد مان چاهيان ٿو منهنجا جيترا مضمون يا شاعري ڇپي آهي يا ڊائرين ۾ محفوظ ٿيل آهي ان سان گڏ جيڪي انٽرويو هليا آهن اهي سڀ سهيڙي پنهنجي زندگي جي آتم ڪهاڻي سان گڏ ڪتاب جي صورت ۾ آڻي ڇپرايان پر افسوس جو سندس اها خواهش اڌوري رهجي وئي، چو ته زندگي ڏاڍي بيوفا ٿيندي آهي، هن جو ادب سان تمام گهرو لڳاءُ ۽ عشق هيو، مون کي هڪ پيري عبرت ميگزين جي لاءِ ڏنل انٽرويو ۾ چيو هيو ته "جڏهن مان سياست ۾ نه هيس، جڏهن مان وڪيل نه هيس تڏهن مان امر جليل جون ڪهاڻيون ۽ شيخ اياز جي شاعري کي ڏاڍي دلچسپي سان پڙهندو ۽ پسند ڪندو هئس، ادب اها صنف آهي جيڪا ماڻهن جي زندگي کي وڌيڪ حسين ۽ خوبصورت بڻائي ٿي ۽ جدوجهد ڪرڻ لاءِ اتساهه ڏانهن وني وڃي ٿي ۽ ادب ذريعي ئي سياست ۾ آيس" سياست جي حوالي سان هادي پيٽ شروعات کان وني عوامي تحريڪ رسول بخش پليجو جي پارٽي سان لاڳاپيل رهيو ۽ ساهه جي آخري سڳي تنڻ تائين سندس نظرياتي، سياسي عشق رسول بخش پليجي جي پارٽي سان ئي رهيو، هن جي عشق جو مهور سنڌ هئي، جيتوڻيڪ هو هڪ پروفيشنل وڪيل هيو پر سندس گهڻو وقت جلسن، جلوسن، ٽيليويزنن جي ٽاڪ شوز، ادبي پروگرامن، راڳ رهاڻن، سير سفرن ۾ گذريو. هادي پيٽ جو وچوڙو ڏاڍو جيءُ جهوريندڙ ۽ ڏکوئيندڙ آهي، جيتوڻيڪ هن کي وفات ڪئي هڪ هفتي کان مٿي عرصو گذري چڪو آهي، مون ۾ همٿ، سگهه نه هئي ته سندس وفات جي فورن ئي هادي پيٽ جي حوالي سان ڪجهه لکي سگهان چو ته هو اسان کي ايترو پيار ۽ چاهه ڏيندڙ هيو جنهن کي لفظن جي ڪوزي ۾ مان بند نٿو ڪري سگهان. هو منهنجي ننڍڙي پٽ محمد ايان سان جڏهن به ملندو هيو ته ان جي حرڪتن کي ڏسي مٿس نالو مسٽر گڙ ٻڙ رکي ڇڏيو ۽ مون کي منع ڪندو هيو ته هن کي دڙڪا نه ڏي، هي پلي حرڪتون ڪري چو ته منهنجو الاهي پيارو محمد ايان عرف

مسٽر گُڙ ٻڙ آهي ۽ مون کي سندس حرڪتون وڻنديون آهن. الا الا اهڙا انسان هڪ دفعو وڃڻ ڪانپوءِ وري صديون لڳي ويندا آهن، اهڙن ماڻهن جي اڃڻ ۾اسان اجا ابراهيم سارنگ چنه جو غم ئي ڪونه پلائي سگهيا هئاسين ته مٿان وري هادي پٽ جيڪو دل جي عارضي ۽ شگر جي بيماري سبب ڪراچي جي هڪ نجي اسپتال ۾ آپريشن دوران موڪلائي ويو، سندس مختصر زندگي جو خاڪو هيئن آهي ته ايڊووڪيٽ هادي پٽ 3 آڪٽوبر 1961ع تي چڪ لڳ ڳوٺ چيمن غلام محمد پٽ جي گهر ۾ جنم ورتو، هن شروعاتي تعليم نئون پنڊ جي پرائمري اسڪول مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مينارا روڊ ۽ انٽرميڊيٽ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سکر مان حاصل ڪئي. جڏهن ته سندس لاڏاڻو 61 سالن جي عمر ۾ پهرين فيبروري 2022 تي ٿيو، هادي پٽ پنهنجي سياست جي شروعات عوامي تحريڪ رسول بخش پليجي سان گڏ ڪئي، ايم آر ڊي واري جدوجهد ۾ هن جو ڀرپور ڪردار رهيو. 1983ع ۾ لڪس پارڪ ۾ گهيرو ٿوڙي ٻڙ جي وڻ تي چڙهي اسٽيج طور عوام کي خطاب ڪيو هو. سندس اهڙي ڪارروائي تي پوليس 1983ع ۾ هن جي گهر تي چڙهائي ڪري گهر ڀاتين کي گرفتار ڪرڻ تي هن پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪيو. جنهن بعد ڪيس سکر سينٽرل جيل منتقل ڪيو ويو، جتي ڪافي عرصو جيل ۾ گذاريو، هن مون کي انٽرويو ۾ ٻڌايو هو ته جيل جي اندر به اسان ماٺ ڪري ڪونه ويٺاسين پر 4 مارچ جي حوالي سان ۽ ايم آر ڊي جي تحريڪ جي حوالي سان اتي به پروگرام ڪندا رهندا هئاسين، مطلب ته هو مسلسل جدوجهد جو نالو هيو. ايڊووڪيٽ هادي پٽ سال 2012-13ع سکر ڊسٽرڪٽ بار جو صدر ۽ بعد ۾ هاءِ ڪورٽ بار جو جنرل سيڪريٽري رهيو. ايڊووڪيٽ هادي پٽ ناليوارن اديبن شيخ اياز، محمد ابراهيم جويو جو پڻ ويجهو ساٿي رهيو. مرحوم هادي پٽ سوڳوارن ۾ گهرواري 7 پٽ ۽ هڪ ڌيءَ سوڳوار ڇڏي آهي.

# هادي لهان نہ حد

فضا قريشي

هادي پيٽ جنهن ڪان پوءِ سکر سڃيو آهي، جنهن لاءِ ساڌ ٻيلي جي راڄ گهاٽ جو چنڊ اماس ۾ آهي ۽ سنڌو دريا لب مهراڻ تي لب ڪشا آهي. هادي پيٽ جيڪو سخت محنت جو مهندار هو، جيڪو ڪشالا ڪري مزدور مان ڊسٽرڪٽ ڪورٽ جو وڪيل ٿيو ۽ پوءِ هاءِ ڪورٽ ۽ نيٺ سپريم ڪورٽ جي وڪيل جي حيثيت حاصل ڪيائين. هادي پيٽ جنهن ان سماجي سوچ کي چئلنج ڪيو تہ ماڻهو پئسو حاصل ڪري پنهنجو ڪلاس متائيندا آهن تہ هو پاڻ بہ متجي ويندا آهن. هادي پيٽ جيڪو جڏهن تيرنهن سالن جو هو ۽ هن رشيد ڀٽي جي اڳواڻي ۾ ايم آر ڊي جي جدوجهد جي دوران سنڌ لاءِ پاڻ پتوڙڻ جو فيصلو ڪيو تہ آخر تائين هن جي فيصلي ۾ ٿر جيترو بہ تذبذب نہ آيو. نہ هٽيو، نہ هيٺو ٿيو، نہ لڏيو، نہ لچڪيو! ها، جڏهن سنڌ اڌ صدي جي پورهئي جي عيوض ڪيس پارٽي طرفان شوڪاز مليو تہ سنڌ دل ڇڻ ٻيهجي ويئي. هو، هن جي دل ۽ هن جون اکيون، جن پير تي سنڌ لاءِ جهاڳيو هو، سي رت روئندا رهيا. ماڪ ۾ مينترا ڪاڪ روئندي رهي! جڏهن هن پاڻ سنڀاليو تہ سنڌ دل فقط 30 سيڪڙو ساڻس گڏ هئي، باقي مري چڪي هئي. هن ”چراغ جلتا رها“ جي هيرو جيان، پنهنجي 30 سيڪڙو دل سان سچي پچي مڙس ماڻهو ٿيڻ جي اصولن کي ٻيهر پڙهيو ۽ سن زو جيان پاڻ کي حڪم ڏنائين تہ ”کيا مين اس رزم کا خاموش سپاهي بنون، کيا مين جنت کو جهنم کي حوالي کردون، کيا مجاهد نہ بنون. ميري نغمي تو وهان گونجين گي، هي ميرا قافلہ سالار جهان استالين.“ هن جو ايستائين رسول بخش پليجو هو. سنڌس باقي بچيل 30 سيڪڙو دل ۾ بہ رسول بخش وسندو هو پر هن جي سو سيڪڙو ڪم ڪندڙ دماغ ۾ جذبن

فيصلو ڪيو تہ هاڻ صرف عوامي نہ پر قومي عوامي ٿبو ۽ پوءِ آخري وقت تائين هو قومي عوامي رهيو جنهن جي ناليءَ ۾ اهي ٽي ماڻهو گڏ هئا جن جي چوڏاري سندس زندگي گهمندي هئي: لطيف، اياز ۽ پليجو!
اهو بحث الڳ آهي تہ قومي عوامي تحريڪ سندس قدر ڪيترو ڪيو پر هادي تہ فقط ڏيڻ سکيو هو، حساب ڪتابن کان متانهون. هو مون کي لطيف ۽ شيخ اياز جو حافظ لڳندو هو. ڳالهہ ڳالهہ تي لطيف ۽ اياز جا بيت پيو پڙهندو. جڏهن ڪچهرين ۾ آءُ ڪيس اياز پڙهي ٻڌائيندي هيس تہ هو مونسان گڏ گڏ پڙهندو هو. ”اسين نند جا نيڻ آهيون پرين، اسين جاڳ جا پاڳ آهيون پرين!“ هڪڙي سٽ آءُ پڙهان تہ هڪڙي ادا هادي!

جڏهن رڪ اسٽيشن تي اسين گڏ هئاسين تہ هادي مون کي ڪنور پڳت جو پرتو لڳو هو. جڏهن هن گرداوريءَ ۾ مٽي تي رومال ٻڌو تہ چڻ اقليتن جو علمبردار بڻجي پيو. اتر سنڌ ۾ عورتن ۽ ٻارڙن سان ٿيندڙ زيادتين جو حساس هادي پٽ کي ائين جهنجهوڙيو جو هن ادي عائشہ ڏاريجي سان گڏ سهائي سٿ جو بنياد وڌو. ٻارڙن جي حقن لاءِ هڪ پاسي ساحل جهڙي اداري جو وڪيل بڻيو تہ ٻئي پاسي غريب، يتيم ۽ معذور ٻارڙن جي سهائتا لاءِ فيري هومز کي پنهنجو گهر بڻايائين. ڪنهن لاچار عورت جو مسئلو هجي يا ڪنهن ٻار سان زيادتي، هادي نہ ڏينهن ڏسندو هو نہ رات، نہ پئسا پڇندو هو نہ بات! هن جيڪو ڪمايو سو واپس موٽائي ڏنائين. هن ٽجوڙيون نہ ڀريون پر ماڻهن جون آسون جوڙيون. هن وڪيلن جو ڳاٽ ائين اوچو ڪيو جو وٽس جڏهن بہ ڪا لاچار عورت ويئي تہ عظيم المرتبہ وڪيلن ۽ وڏن سياسي نان رڪندڙ اڳواڻن جيان هن جي ذهن ۾ هڪ لحظي لاءِ بہ ان عورت جي لاچاري ۽ بيوسي جو ناجائز فائدو وٺڻ جو خيال نہ آيو. هو بہ فاضل جيان فضيلت جو ڏٽي هو. رچي جي ريٽو ٽيا، ڪين اباٽجن اوءِ!

هو فرق ڪرڻ سکيو ئي ڪونہ هو. هر پارٽي ۽ هر مڪتبہ فڪر جا ماڻهو هادي جا دوست هئا ۽ هو دوستن جو دوست هو. هادي سان رڳو

ڪنهن ڪم سانگي صلاح مصلحت ڪريو، هو هڪيو حاضر! يڪدم اهو ڪم پنهنجي پلي ڪٽي ان کي ائين پورو ڪندو جو سامهون واري کي ڏندين آڱريون اچي وڃن. ”ايڪ اور بري عورت“ جي ڪتاب جو مهورت سکر ۾ ڪرڻ لاءِ ڪيس فون ڪري رڳو صلاح تي ورتيسين. خبر تڏهن پئي جڏهن هادي سکر بڪر پيتي چڙيا. تنوير عباسي هال ۾، تنوير جي تصوير جي پر ۾ شاندار بينر لڳل، هال ماڻهن سان ٿمٿار، اسٽيج تي مهمانن ڪان وني، گلن ۽ اجرڪن جي ورڪا، استاد گل جهڙن راڳين اچي منهنجي ڪچي پڪي شاعري جون ڏنون ناهي جو انهن کي ڳاتو تي ته ماحول جهومي اٿيو. هادي انهن گيتن تي ائين نچي رهيو هو جيئن ٿر نگر تي مور! هن جي گهر جا سيئي ٻار، عورتون، ڌيئون، پٽ، پائتا، پاٽيجا، پائٽيون ۽ پاٽيجيون سڀ پروگرام ۾ حاضر! اهو احساس اڄ به مونتي حاوي آهي ته آءُ ته سندس ٿورا زباني به نه مڃي سگهيس. هن ايڏو ته پرفيڪٽ پروگرام ڪيو جو آءُ حيران ئي رهجي ويس ۽ مون وٽ سندس شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ لفظ ئي ڪتي ويا. اهو سمورو ڪامياب پروگرام هن اڪيلي سر آرگنائز ڪيو جنهن ۾ سمورو سکر ۽ آسپاس جي ضلعن جا دوست ۽ پيِنرون شامل هئا. هن جي گهر جا سيئي فرد، پٽ، ڌيئر، پائتا، پائٽيون، پاٽيجا، پاٽيجيون مطلب ته سندس سجو ڪٽنب ٻارن ٻچن سميت اڳيان اڳيان هئا. ڪجھ ڏينهن اڳ رڳو فون تي ساڻس اهڙي خواهش ظاهر ڪئي هئي ته آفس جي ڪم سانگي سکر اچڻ ٿئي پيو ڪيڏو نه چڱو ٿئي جو ڪتاب جو مهورت به سکر ۾ ٿئي. بس! پوءِ چا هو. هادي چيو تي ويندو. مقررن (ادل سومرو، اياز گل، عائشه ڏاريجو ۽ ٻيا)، هال، مهمانن، اجرڪن، گلن کان ويندي راڳين (استاد گل ۽ ٻيا) تائين ڪوت ته ڪنهن به شي جي ڪانه هئي پر پروگرام اهڙو هو جنهن مون کي حيران ڪري ڇڏيو. ان پروگرام تي هن اسان جو هڪڙو پيسو به خرچ ٿيڻ نه ڏنو ۽ نه ئي وقت، نه توانائي! ڪجھ به نه! سڀ ادا هادي پيٽ ڪيو. اسين مهمان خاص ٿيو پئي محظوظ ٿياسين. پوءِ مون کي خبر

پئي تہ هو تہ آهي ئي ائين. هو تہ سڀن سان ائين ئي هلي ٿو. مٽيادار، وضعدار! ساٿي نہ پسان سي جي هنئر هنئين توٽيون.

سنڌياٽي يوٽيوب چينل تي بحريہ ٽائون تي جڏهن پروگرامن جي سيريز شروع ڪيم تہ هڪڙي پروگرام ۾ هادي ڪي بہ آن لائن ورتم. ان پروگرام ۾ هادي ڪمٽمنٽ ڪئي تہ هو سڄي سنڌ جي بار ڪائونسلن کي آماده (موبلائيز) ڪندو ۽ بحريہ ٽائون جي خلاف ريزوليوشن پاس ڪرائيندو. مون ان ڳالھ کي خير صلاح جي ڳالھ سمجهي هئي. منهنجا تاڪ تڏهن لڳي ويا جڏهن ٻئي ڏينهن هادي مونکي فوٽو موڪلي ڏنا تہ بار ڪائونسل جي گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ اها ايجنڊا سر فهرست هئي. مون کيس چيو تہ فيس بڪ تي اپ ڊيٽ ڪري. بس! پوءِ چند ڏينهن اندر سکر بار ڪائونسل ريزوليوشن پاس ڪيو. هادي اتي بس نہ ڪئي. هادي ٻين ضلعن جي بار ڪائونسلن کي موبلائز ڪندو آيو ۽ ريزوليشن پاس ٿيندا آيا. اهو هو هادي پٽ جي ڪم ڪرڻ جو طريقو.

افسوس اهو رهندو جو هادي سان گهٽ ڪچهريون رهيون. سندس زندگي جي آخري ٻن سالن ۾ ساڻس ملاقاتون رهيون پر سوچيان ٿي تہ ڪنهن بہ ماڻهو کي سمجهڻ لاءِ لمحو بہ ڪافي آهي ۽ ڪنهن کي نہ سمجهڻ لاءِ زندگي بہ ناڪافي. هادي انتهائي سادو ۽ سڌو سنئون ماڻهو هو. هو ورن وڪڙن واري جدوجهد تہ ڪري ڄاڻندو هو پر اهڙو واس بہ کيس ڇهي نہ گذريو هو.

دلــبـــر هـــن دنيـــا ۾، وجـــي رهـــندو واس،
ٻئي سڀ لـوڪ لبـاس، ڪـو هـڪ دل هونـدو هيـڪڙو.

# مون ماڻهو مٽيادار ڏٺا

خادم ٽالپر

هادي پٽ انهن ماڻهن مان هو جن سنڌ جي خوبصورت آئنده جا سهانا خواب ڏٺا آهن ۽ انهن خوابن جي تعبير لاءِ ”جان جان هئي جيئري ورچي نہ ويني“ وانگر مسلسل عمل ڪندا رهيا آهن.

هادي سان جن بہ ماڻهن جي ملاقات هئي اهي سڀ سندس مثبت رويہ جا قائل آهن هو باهمت سياسي ۽ سماجي ورڪر هو غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ مددگار رهندڙ هو. هو پاڻ بہ غربت جي آوي مان پچي لال ٿي نڪتل هو سندس جذبا ۽ احساس سچائي جا حامي هئا. هادي سنڌ جي هڪ اهڙي شهر جو باشندو هو.

جيڪو شهر تاريخي سنڌ جي قديم تاريخ جيڪا هزارن سالن تي پکڙيل آهي. ان جو حصو رهيو آهي. لکت ۾ آيل تاريخ ۾ ڪافي غير معمولي واقعا لکيل آهن. جهڙوڪ ستين جي آستان سان لاڳاپيل لوڪ ڪٿائون، معصوم شاهہ جو منارو، مغلن جي دور جا وزير جن يادگار طور معصوم شاهہ جو مينار ٺهرايو. جيڪو بہ آرڪيٽيڪٽ جو عبرت ناڪ حصو آهي شيخ اياز جهڙو سنڌي شاعري جو سرتاج بادشاهہ سکر جو هيو، رشيد ڀٽي جهڙو عالم هن شهر ۾ ڪئين رنگ ڏسي ڪهاڻين ۽ نثر ۾ خيال آڻيندو رهيو.

سکر سنڌو درياءَ جي ڪپ تي هجڻ سبب صدين کان ٻاهرين حملہ آورن جي آماد گاهہ رهيو آهي. انهي ڪري سکر جي مٽي پاڻي ۽ آبهوا هتي غير معمولي حالتن سبب غير معمولي سوچ جا ماڻهو پيدا ڪيا آهن .

هادي ڪٽي وڏن نالن وارن اديبن وڪيلن سياسي ماڻهن ۾ شمار نہ هجي پر هن جو ضمير ۽ خمير سکر جي آبهوا جي پيداوار ضرور هو. جو هو عزم جو پڪو، وعدي وفائي جو هر وقت خيال رکندڙ غريبن جو

ساٿي ۽ مددگار هو. هن غريب هارين پورهيتن جا ڪيس پنهنجي پيسي جي حساب سان هٿ ۾ ڪنيا انهن ڪيسن ۾ گهر جو پيسو خرچ ڪري ٻه ڪيس تڪميل تي پهچائڻ هن جي دستور ۾ شامل هو.

هادي پٽ هڪ غريب گهراڻي سان وابسته هو. پر هو جڏهن ترقي پسند سياست ۾ شامل ٿيو ته هن جي خيال جا محرڪ رسول بخش پليجو، محبت ٻرڙو، فاضل راهو، نظام بلوچ، رشيد ڀٽي ۽ ان وقت جا سياسي ڪارڪن جيڪي تن من ڌن جي هر قرباني ڏئي سنڌ جي عوام کي برابري امن انصاف ڏيارڻ لاءِ جاکوڙي رهيا هئا. هي انهن کان تمام گهڻو متاثر هو. اياز گل جيڪو هن طرف جو شاعر آهي ان جون ٻه سٽون آهن.

"شخص هو نرالو آ،
جون ۾ جهڙالو آ"

هادي پنهنجي پهچ آهر پنهنجي سنگت ساٿ لاءِ جون ۾ جهڙالو هو.

جڳ کي جهرڪائڻ وارن جي آس ۽ اميدن، رابيل جي گل جي خوشبو ۽ بهار جي صبح وانگر هٻڪاريل هوندو هو.

هادي جي روح ۾ سنڌ ڌرتي جي پورهيت ۽ مظلوم انسانن سان اهڙي ئي دلي همدردي هئي.

بقول لطيف

"جئين ڪڙو منجهه ڪڙي لوهار لپيٽيو
تئين منهنجو جي جڙي سپريان سوگهو ڪيو"

(شاهه)

# پر آئين نہ مرنداسين ساٿي

## ايڊووڪيٽ راحب ملاڻو

معمول موجب هڪ وڪيل جي ڊوڙ صبح جو سوير ڪورٽ طرف هوندي آهي، ڪورٽ روم هجي، ڪورٽ جي بار هجي، هميشہ ساڳي مسڪراهٽ منهن تي سجائي رڪندڙ سپريم ڪورٽ جو وڪيل هادي پيٽ جسماني طرح هميشہ لاءِ اسان کان وڇڙي ويو آهي پر نظرياتي طور اسان سان گڏ آهي، هُن جون سياسي سماجي ادبي خدمتون ساراهہ جوڳيون هُيون، هو هميشہ سماج ۾ امن رواداري جو قائل هو، هن جي دل ۾ سنڌ ڌرتي جو درد سمايل هو، هميشہ پنهنجي ماروئڙن سان هن محبت ڪئي، ماروئڙن جي حقن لاء هن جدوجهد ڪئي، هن جو سياسي لڳ لڳاپو پليجو يونيورسٽي سان هو، هو رسول بخش پليجو جو وڏو مداح هو، سائين هادي پيٽ لطيف شناس هو، لطيف سائين جا بيت برزبان ياد هوندا هئا، وڪيل جي زندگي مصروف هوندي آهي، پر هن ڪي هر سماجي سرگرمي ۾ اڳواٽي ڪندي ڏٺو، هُن جي مانيٽي طبيعت صوفي سوچ جي ڪري هن سان پيار ڪندڙ دوستن جو نوجوانن جو وڏو هلڪو آهي، هو بيدل سائين جون هي سيٽون هميشہ چوندو هو:

> اڪـــران دي وچ جـــــوئي اڙيـــــا،
> عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا.

هو بهادر هو، پهرين بہ دل جي تڪليف ٿي هُيس، هن بيماري ڪي مات ڏئي اسان دوستن سان ڪورٽ جي بار ۾ ساڳيون ڪچهريون رچايون هُيون، هو مايوس نہ هو چوندو هو پنهنجي ڌرتي سڀ ڪجهہ آهي ماڻهو ان لاءِ جدوجهد ڪندي هليو وڃي، پر پرواهہ ناهي جيڪڏهن وري زندگي ملندي ساڳي راهہ وٺنداسين، اسين سيني دوستن لاء اُتساهہ هو، هادي صاحب ڪان اسين ڪورٽ ۾ بہ لطيف جا بيت ٻُڌاندا هئاسين، هي بيت هميشہ ٻڌائيندو هو.

اڪ اُلٽـــــي ڏارون،ابتـــــو عـــــوام ڪــــان،
جي لهـوارو لـوڪ وهـي، تـون اونچـو وهه اوپـار.

هاڻي سکر هاءِ ڪورٽ يا سيشن ڪورٽ اُداس آهي، اڪيون ان شخص کي ڳولين ٿيون جنهن شخص ۾ هماليہ جبل جيڏو حوصلو هو، جنهن شخص وٽ فقط پيار ئي پيار هو جنهن وٽ نفرت جو ڪو بہ ڪانسيپٽ نہ هو هن وٽ هميشہ ڳنڍڻ جو فلسفو هو، سائين هادي ڀٽ غريب مسڪينن جو پرجهلو هو، ڏاڍ ۽ ظلم جي خلاف للڪار هو، هن جا سياسي سماجي ادبي ۽ قانون جا ڪيترائي شاگرد آهن، هو قانون جو وڏو ڄاڻو هو، پاڻ سپريم ڪورٽ جو انرول وڪيل هيو، هن جون خدمتون نہ وسرڻ جوڳيون آهن. ايڊووڪيٽ هادي ڀٽ آخري دم تائين سنڌ جي ماروئڙن جي ڀلائي، سماج ۾ مثبت تبديلي لاءِ پنهنجي جاکوڙ جاري رکي، هو شروع کان جيڪو سنڌ جي خوشحالي جو خواب ڏٺو، خواب جي ساڀيان لاءِ جدوجهد جو جيڪو رستو اختيار ڪيو، ان رستي مٿان هلندو رهيو ڪڏهن بہ هار نہ مڃيائين هن پنهنجي سنڌ جي عشق سان نڀايو جيئڻ...

ايمان سلامت هر ڪوئي منگ،
عـشـق سـلامـت ڪـوئـي.

هاڻي سائين هادي ڀٽ اسان دوستن وچ ۾ موجود ناهي پر هن جي جدوجهد ڪمينٽمنٽ مانيٽي طبيعت مشعل راهہ آهي. شيخ اياز چواڻي:-

آ مرڻو هر هڪ ماڻهوءَ کي، پر ائين نہ مرنداسين ساٿي،
ڪـا آگ لـڳـائـي وينداسين، ڪو ٻارڻ ٻاري وينداسين.

# ادي زاهدا شيخ جي ناءُ

## سچل پٽني

هادي صاحب سان سندس وچوڙي کان هڪ ڏينهن اڳ فون تي ڳالهايم، طبيعت پڇندي کيس آٿت ڏنم ته اسٽريس نه وٺجو دل جي اينجيوپلاسٽي ڪو گهڻو مسئلو نه آهي! ڇيائين اينجيوپلاسٽي دل جي نه پر ڄنگهه جي ٿيندي، ڪو مسئلو ناهي ڪجهه ڏينهن ۾ واپس اچي ملنداسين. سوچيم ته کيس چوان ته جي ڪو بيو آپريشن آهي ته توهان 30 سيڪڙو ڪم ڪندڙ دل سان اهو رسڪ نه ڪٽو پر هادي صاحب جو پرسڪون ۽ اميد ڀريو انداز ٻڌي دل جي ڳالهه دل ۾ ئي رهڻ ڏنم!! ۽ جڏهن سندس وچوڙي جي خبر پهتي ته يقين نه پئي آيو ته هادي صاحب ايئن پرواز ڪري ويندو!!

هادي صاحب ننڍپڻ کان سياست، ادب ۽ وڪالت ۾ منهنجو رهنما ۽ استاد رهيو آهي. سجاڳ بار تحريڪ کان عوامي تحريڪ تائين هو مختلف مرحلن تي اسان جي رهنمائي ڪندو رهيو آهي. ساٿس گهاريل گهڙين کي سارينداي ڪيئي اڻ وسرندڙ يادون وهڪري ۾ لڙهي اچن ٿيون. اهي ڏينهن به ياد اچن ٿا جڏهن لکڻ جي شروعات ڪئي هئم ته پنهنجي پهرين تحرير هادي صاحب جي نظرن مان گذاري هئم.

پتائي ۽ پليجي صاحب سان ته ڄڻ هادي صاحب جو عشق هو! عوامي تحريڪ سميت هو پاڻ تي تنقيد ته فراخدليءَ سان برداشت ڪري وٺندو هو پر انهن ٻن هستين تي هو ڪڪ به نه سهندو هو! سندس جذبات پڙڪو ڏيئي پنيت جو روپ ڌاري وٺندا هئا!.

مارچ 2017 ۾ اسان کي چيائين ته حيدرآباد هلڻو آهي، پليجو صاحب ۽ اياز لطيف سان ملي ساٿين کي گڏ ڪرڻ لاءِ گذارش رکڻي آهي. تن ڏينهن ۾ مان سندس چيمبر ۾ ڪم ڪندا هئاسين ۽ هادي صاحب جي پارٽي جي ٻه اڌ ٿيڻ تي پريشاني ۽ بيچيني ڏسي ساٿس گڏ حيدرآباد وياسين. پهريان

پليجي صاحب سان ملياسين. ڏاڏا قادر جي موجودگي ۾ ڏکهي ۽ تفصيلي
ڪچهري ٿي! پليجي صاحب هاديءَ کي چيو ته ايترو وقت ڪٿي هئين! جي
پهرين شروعاتي ڏينهن ۾ ٿياڪڙي ڪرين هان ته شايد نتيجا به نڪرن ها پر
هاڻ ته دير ٿي وئي ۽ معاملا به ساڳيا نه رهيا آهن پوءِ به توهان پل اياز سان
ڳالهائي ڏسو!! اسين پليجي صاحب کان موڪلائي ٻاهر آياسين، هادي
صاحب اياز لطيف کي فون ڪيو، جنهن چيو ته هو ٻاهر ڪنهن پارٽي جي
سرگرمي ۾ مصروف آهي سو ساڻس ملاقات نه ٿي سگهي ۽ اسين پٺائي ۽
شيخ اياز وٽ حاضري ڀرائي سکر واپس ورياسين.

وڪالت جو امتحان مون 2005 ۾ پاس ڪيو هو. تن ڏينهن ۾ بابا جي هڪ
دوست وٽ پريڪٽس لاءِ ويس. 2 ڏينهن ۾ سندس چالاڪيون ۽ حرفتون ڏسي
سوچيم ته شايد هيءَ فيلڊ سڌن سادن ماڻهن لاءِ ناهي سو وجي ٻي ڪرت ۾
لڳاسين! ڏهاڪو سالن کان پوءِ حالتن جي جبر هڪ دفعو ٻيهر هن پيشي سان
جوڙي ڇڏيو جنهن ۾ هادي صاحب جو وڏو هٿ هو. تن ڏينهن ۾ اسان رشيد
پٺي اڪيڊمي طرفان جنهن جو هادي صاحب چيئرمين به، بابا جو ڪتاب جيءُ
جياريو جن ڇپرايوسين. هادي صاحب هاءِ ڪورٽ بار جو سيڪريٽري سو
چيائين ڪتاب جو مهورتي پروگرام هاءِ ڪورٽ ۾ ڪرائينداسين ۽ سمورا
سٽنگ جسٽس به شريڪ ٿيندا! مون چيو هادي صاحب اتي رشيد پٺيءَ جو
مزاحمتي ڊڪشن هلي ويندو!؟ چيائين رشيد پٺي بار جو بنيادي ميمبر آهي سو
اهو فورم بهترين رهندو. ان تقريب ۾ مقررن جج صاحبان جي اڳيان دل کولي
ڳالهايو ۽ جهڙي طرح وري ججز پنهنجا ويچار ونديا سي لمحا اڄ به ڪيئي
دوستن جي زبانن ذريعي اچارجن ٿا. ان تقريب ڪيئي ڏهاڪن بعد بار کي ادب
سان جوڙي ڇڏيو هو، جنهن جو سمورو ڪريڊٽ هادي صاحب ڏي وڃي ٿو!

هادي صاحب ڪچهرين جو ڪوڏيو هو. راتين جون راتيون جي هن
شخص سان ويهي ڳالهائبو هو ته وقت جو احساس ئي نه ٿيندو هو!
ڪٿي ڪچهريءَ کي موڙ ڏيڻو آهي، ڪٿي ڪج بحثي کان بچڻو آهي،
ڪٿي انت ڪرڻو آهي ۽ وري ڪٿان ڳالهه شروع ڪرڻي آهي، اهو آرٽ

هادي صاحب بخوبي ڄاڻيندو هو. دل ۽ دماغ ملي يا نہ ملي پر هٿ ملائڻ نہ ڇڏيندو هو! اڪثر اسان جي ڪچهرين جي ابتدا اختلاف راءِ کان ٿيندي هئي ۽ پڇاڙي سهمتي نہ ٿيڻ باوجود بہ خوش اخلاقيءَ سان ٿيندي هئي! توڙي جو اسان جو تعلق هڪ استاد ۽ شاگرد وارو هو پر بحث دوران هادي صاحب کليءَ دل سان ڳالهائڻ ڏيندو هو.

هو اهڙو ڪوبہ موقعو هٿان نہ وڃائيندو هو جتي عوامي تحريڪ جي نظرياتي لائين وارو موقف نہ رکندو هجي. اسٽيج کهڙي بہ هجي ڳالهہ قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جي ڪبي! پيڙهيل ۽ مظلوم عوام جي ڪبي. بنيادي طرح هڪ مزدور جي پٽ هئڻ ڪري پورهيت نظرئي سان وابستگيءَ سبب هن طبقاتي شعور پڪيڙڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو.

هو آخري وقت ۾ قومي عوامي تحريڪ سان سلهاڙيل رهيو، جيتوڻيڪ هو قيو اي ٽي جي مرڪزي تقريبن ۾ اڪثر نظر ايندو هو، جنهن جو ڪارڻ اياز لطيف سان سندس ذاتي ۽ جذباتي وابستگي وڌيڪ نظر اچي ٿي پر هو ان جي سياسي لائين مان مطمئن نہ هو! نظرياتي طرح هو رسول بخش پليجي صاحب جي پنڌ جو پانڌيئڙو هو! هڪ مڪمل ڪامريڊ هو!

ساڻس آخري ملاقات ناماري شاعر ڪامريڊ منصور ميراڻيءَ جي نياڻيءَ جي وهانءُ جي موقعي تي ٿي! دعوت ڪان پوءِ خيرپور جي المنظر هوٽل تي سني ڪچهري ٿي. ٻڌايائين تہ شگر جي ڪري پير جي آڱر ۾ زخم ٿي پيو آهي، دوستن چيو آهي تہ ڪراچي مان آپريٽ ڪراءِ! سو يار ويو آڱر ڏيکارڻ ۽ وريو تہ هڪ بي جان جسم بڻجي!!

هادي صاحب ورچي ويهڻ وارو شخص نہ هو، سدائين محبتون ۽ مرڪون وکيريندڙ فرد هو. هاءِ ڪورٽ بار ۽ ڊسٽرڪٽ بار جي اها ڪنڊ ويران ٿي وئي جتان سندس ٺهڪ سڄي هال ۾ گونجندا هئا ۽ چانهين جا دور هلندا هئا! هن جو اوچتو وڇوڙو سکر جي سياسي سماجي ۽ علمي ادبي حلقن لاءِ وڏو نقصان آهي. سکر خصوصاً ۽ سموري سنڌ عموماً هڪ بهترين متحرڪ ڪردار کان محروم ٿي وئي آهي!

# هادي پٽ تو پڇاڻان سکر سوڳوار ۽ سنڌ اداس آهي

حسين جروار

اهي اوڻويهه سو نوي يا اوڻانوي جا ڏينهن هيا جڏهن عوامي تحريڪ جي گاڏي کاتي ۾ موجود مرڪزي آفيس تي هفتي ۾ ڪنهن نه ڪنهن بهاني چڪر پيا لڳندا هيا جتي سيني برادر محاذن جا ساٿي موجود هوندا هيا اتي ئي هادي بخش پٽ جيڪو مزدور تحريڪ جو اڳواڻ هيو بعد ۾ ان جو صدر پڻ چونڊيو ويو سان ڪافي ويجهڙائي ٿي. هادي پٽ، انتهائي ڌيمي مزاج وارو انتهائي ملنسار، نهٺائي، نماڻائي جو مجسمو هو، تمام ڌيٽو ڌيٽو ڳالهائيندو هيو سو به هلڪي ۽ شرير مسڪراهٽ سان. مون منجهس جذباتي پڻون، ڪاوڙ، غصو، وڏائي، پاڻ پڌائڻ ڪڏهن به نه ڏٺو، هو ته پاڻ ڪم ڪري بين جي ڪاتي ۾ ڳڻائي ڇڏيندو هيو. پاڻ جيئن ته سنڌي مزدور تحريڪ ۾ سرگرم هيو تنهن ڪري هن مون تي ڪافي زور رکيو ته آئون به مزدور تحريڪ ۾ سرگرم ٿيان پر ان وقت مون مس انٽرميڊيئٽ مڪمل ڪئي هئي، اڳتي پرائيويٽ پڙهبو، ريگيولر پڙهبو، سياست ڪبي، ڇا ڪبو، ان تي آئون اجان ويچارن ۾ هيس. ان دوران پائلر پاران مزدورن لاءِ مهيني ڪان وڌيڪ جا تربيتي ورڪشاپ ٿيندا هيا، هادي ڪافي ڏينهن مون تي زور پريندو رهيو ته تون ان ورڪشاپ ۾ وڃ ۽ سنڌي مزدور تحريڪ جي نمائندگي ڪر پر مون سُر نه پي ڪنيو، جنهن تي اسان ٻنهي ۾ دوستاڻون بحث مباحثو هلندو رهيو پر هادي جي ڪافي دليلن يا قائل ڪرڻ جي باوجود به آئون ان ورڪشاپ ۾ نه ويس، پوءِ هن ڪنهن ٻي دوست کي نامزد ڪري موڪليو. سنڌي مزدور تحريڪ جي ساٿين ۾ هادي پٽ، پڙهيل، لکيل ۽ وڪيل ماڻهون هيو تنهن ڪري نيپال ۾ مزدورن جي ٽينڊز ميٽنگ ۾ پڻ هادي پٽ کي نامزد ڪيو ويو جنهن نيپال جي ان ڪانفرنس ۾ سنڌي مزدور تحريڪ جي نمائندگي ڪئي.

مون ڏٺو تہ هادي ڪتابن سان ڪافي دلچسپي رکندو هيو، ڪتاب خريد ڪرڻ، ڪتاب پڙهڻ، ساٿين کي ڪتاب ڏيڻ سندس مشغلو هوندو هيو. ان عرصي دوران پاڻ پليجي صاحب جو سيڪريٽري پڻ رهيو ۽ ساڻس گڏ وڪالت بہ ڪندو رهيو ۽ پليجي صاحب جي لکڻين توڙي علمي ڪم جي رکيل ذميوارين کي پڻ پورو ڪندو رهيو. پاڻ محمد ابراهيم جوئي صاحب وٽ پڻ ويندو هيو ۽ سندس ڪجھ ڪتابن کي سهيڙڻ، توڙي انهن جي ڇپائي وغيره جهڙن ڪمن ۾ مدد ڪندو هيو. ڪجھ وقت اهڙو هو جو رڳو اهي مسودا سندس هٿ ۾ هوندا هيا ۽ هو پليجي صاحب سان ملي، ڪيس حال احوال ڏئي وري محمد ابراهيم جوئي صاحب ڏانهن هليو ويندو هيو. ان دوران هڪ بہ دفعو هو مون کي پڻ محمد ابراهيم جوئي صاحب جي گهر وٺي ويو جتي ڪي شيون جوئي صاحب جي حوالي ڪري وري ڪجھ شيون اتان ڪٽي روانو ٿياسين. انهن مان هڪ، اڌ ڪتاب پبلش پڻ ٿيا، آئون ڀانيان ٿو انهن ۾ هادي جا نوٽ بہ لکيل آهن. هادي انهي زماني ۾ وڪالت جو پڻ آغاز ڪيو هيو تنهن ڪري ڪجھ عرصي اندر پاڻ پهرين ڪراچي ۽ پوءِ سکر واپس اچڻ ۽ باقاعده وڪالت جو آغاز ڪرڻ جو سوچيو جنهن سبب هادي جو حيدرآباد رهڻ يا ترسڻ گهٽجي ويو پر مهيني، ماسي ان دوران پارٽي جي پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندو هيو تہ ساڻس ملاقات رهندي هئي.

هڪ دفعو پليجي صاحب جي خلاف ڏي سوال، وٽ جواب وارن ليڪڪن هڪڙي مهم شروع ڪئي، ٻي ڏينهن هادي پٽ هڪ شاندار مضمون لکيو جيڪو ڪاوش ۾ ڇپيو هيو، جنهن ۾ هن پليجي صاحب خلاف واويلائي نوٽن جا دليلن سان ڀر ڀرپور جواب ڏنا پر ان ۾ استعمال ٿيل ٻولي تي پارٽي جي ڪجھ ساٿين اندر اچي چوٻول هليو تہ اهڙي ٻولي هادي کيئن لکي سگهي ٿو. جنهن ڏينهن اهو آرٽيڪل ڪاوش ۾ ڇپيو تہ هڪ سينيئر هاري اڳواڻ ۽ هادي جي ان آرٽيڪل تي صبح صبح سان عوامي هائوس جي آڳر تي بحث مباحثو هلندو رهيو تہ اهو مضمون هادي جو لکيل آهي يا ناهي، آئون ۽ هڪ اڌ ساٿي ٻيا پڻ

موجود هياسين. اصل ۾ هادي جيئن تہ وڏي عرصي تائين پليجي صاحب توڙي محمد ابراهيم جوئي جي نگراني ۽ سرپرستي ۾ سندن ئي لکڻين کي اتارڻ، لکڻ، وري لکڻ، سوارڻ، سڌارڻ ۽ فائنل ڪري فيئر ڪرڻ جي ڪمن ۾ مدد پئي ڪئي تنهن ڪم دوران سندس لکڻي پڻ سڌري تمام شاندار ٿي وئي جيئن تہ اهو سيڪجهہ اسان جي سامهون پئي ٿيو ان ڪري ان کي پرکڻ کو ڏکيو عمل ڪونہ هيو.

ان دوران هادي مڪمل طور سکر شفٽ ٿي ويو ۽ اتي ئي وڪالت ڪرڻ لڳو، جتي سکر جي سياسي سرگرمين، سماجي ڪمن، وڪيلن جي سياست ۽ عورتن توڙي ٻارن جي حقن لاءِ ڪم ڪندڙ ادارن سان سلهاڙجي ويو ۽ خاص طور ساحل تنظيم جي ليگل ايڊوائيز طور پڻ ڪم ڪندو رهيو.

پاڻ سکر بار جو صدر، هاءِ ڪورٽ بار جو جنرل سيڪريٽري پڻ ٿي رهيو. ڪيترن ئي عام ڀلائي جي ڪيسن ۾ قانوني صلاحن ڏيڻ سان گڏ ڪيسن ۾ قانوني مدد پڻ ڪم ڪندو رهيو. مشرف جي زماني ۾ وڪيلن جي جدوجهد ۾ هر اول دستي طور ڪم ڪندو رهيو ۽ ان دوران گرفتارين کان لڪڻ لاءِ مختلف جاين تي روپوش ٿي جدوجهد جي اڳواٽي ڪندو رهيو ۽ نيٺ گرفتار پڻ ٿيو هيو. ان کان اڳ ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ پڻ گرفتار ٿيو هيو. پاڻ پئي ٻڌايائين تہ هن جو ايم آرڊي ۾ گرفتاري جي ڏيڻ ۾ پارٽي پاران لسٽ ۾ نالو نہ هيو پر جيئن تہ هو سرگرمي سان ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ سرگرم رهيو تنهن ڪري پوليس سندس گهر تي ڇاپو هنيو ۽ سندس گهر وارن کي گرفتار ڪري ٿاڻي ڪٽي وئي جنهن ڪري هن گرفتاري پيش ڪئي ۽ مارشل لا جي قيد پڻ ڪاٽي.

سندس چواڻي انهي زماني ۾ جيئن پاڻ وڪيلن جو اهم اڳواڻ هيو تہ هڪ دفعو سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس سکر آيو جيڪو اين آر او وٺي اتي چيف جسٽس ٿي آيو هيو سو چوڌري جي بحالي جي مهم ڪافي زورن تي پي هلي. جيئن تہ هادي ان وقت وڪيلن جو ذميوار اڳواڻ هيو تنهن هن ان تقريب ۾ شرڪت ڪئي ۽ تقرير ڪئي جنهن سبب پارٽي ڪيس نوٽيس ڪڍيو ۽ هن کي معطل ڪيو، ان بعد هن جا پليجي صاحب

سان تعلقات نہ رهيا پر پاڻ پارٽي ۾ سرگرم گهٽ رهيو. جڏهن قومي عوامي تحريڪ ۽ عوامي تحريڪ الڳ ٿيون تڏهن پليجي صاحب جي حياتي دوران ئي توڙي پنهنجي وفات تائين هو قومي عوامي تحريڪ سان سلهاڙيل رهيو پر ساٿي عوامي تحريڪ جا هجن، قومي عوامي تحريڪ جا هجن، عوامي جمهوري پارٽي سان سلهاڙيل هجن، هادي جو سڀني سان تعلق هڪجهڙو هيو. ان دوران هو پليجي صاحب سان پڻ ڪيترائي دفعا مليو جنهنجا مزيدار احوال هو هميشہ وندبيندو هيو.

سندس سکر هلي وڃڻ ۽ منهنجي پڻ عوامي تحريڪ مان پاسيرو ٿي پنهنجي ڪم ڪار ۾ جنبي وڃڻ سبب ڪجهہ عرصو روبرو ملاقات نہ ٿي سگهي پر پاڻ جڏهن ساحل جي هڪ گڏجاڻي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ 2015 ۾ اسلام آباد آيو تہ مون کي فون ڪري ٻڌايو. اتفاق سان انهن ڏينهن ۾ منهنجو يار حڪيم زنگيجو پڻ اسلام آباد آيل هيو ۽ منهنجي گهر ترسيل هيو. حڪيم ۽ آئون وياسين ۽ ايف ٽين جي هڪ گيسٽ هائوس مان هادي کي وٺي آياسين. رات جو ڪافي دير ڪچهري ڪندا رهياسين جنهن دوران منهنجي پٽ جامي سان پڻ هادي ڀرپور ڪچهري ڪئي، ان بعد وري هادي ڀٽ سان رابطو بحال ٿيو، اڪثر فون تي گفتگو ٿيندي رهندي هئي. پاڻ ان بعد بہ هڪ بہ دفعو اسلام آباد آيو جنهن ۾ هڪ دفعي ملاقات ٿي پر ٻي دفعي نہ ٿي سگهي پر فون وسيلي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهندي هئي. گذريل ڪجهہ سالن کان جڏهن بہ سکر مان گذرڻ ٿيندو هيو يا رهبو هيو تہ سکر ۾ هادي ڀٽ سان ملڻ لازم ۽ ملزوم هوندو هيو. ٻين دوستن سان شايد هر دفعي ملي سگهبو هيو يا نہ پر هادي جي ديدار بنان گذرڻ ڪبيرو گناه هوندو هيو. هڪ دفعو حڪيم زنگيجو، سچل پٽي، هادي اسان رات دير تائين ويهي احوال وندبيندا رهياسين. آئون ۽ سچل پٽي، هادي ۽ حڪيم زنگيجي جي مزيدار دليلبازي ويهي انجواءِ ڪندا رهياسين يا وري سچل پٽي جا تبصرا. يادگار ڪچهري ٿي گذري.

هڪ دفعي سکر مان گذرڻ ٿيو تہ پاڻ يڪدم چيائين سکر پريس ڪلب ۾ پروگرام آهي جنهن ۾ صنم ماروي جو پٽ موسيقي پيش ڪندو، توهان اچو، شريڪ ٿيو، جيتوڻيڪ اسان ڏاڍا ٿڪل هياسين پر هادي جي حڪم تي پريس ڪلب هليا وياسين جتي ادي عائشہ ڏاريجو، ڊاڪٽر اڪبر نائچ سان پڻ ملاقات ٿي، ٻي ڏينهن وري سنڌڙي تي ڊنر گڏجي ڪئيسين.

آخري دفعي ڪجھ مهينا اڳ جڏهن سکر مان گذرڻ ٿيو تہ پاڻ ٿي ڏينهن اسان سان گڏ رهيو، ان دوران ساڌ ٻيلي وٺي هليو، سکر ۾ موجود سکن جي گردواري جو چڪر ڏياريو بعد ۾ رڪ ريلوي اسٽيشن پڻ گهمايو، ڪچهري جي محفل الڳ. هر دفعي ساڻس تڪرار ٿيندو هيو، هادي تو جيڪو مواد لکيو آهي تنهن کي سهيڙي ڪتاب ڇپرائي. فيبروري 2021 ۾ هن اهو اعلان ڪيو تہ جون يا جولاءِ ۾ مواد سهيڙي وٺبو، ڪتاب ڇپرائبو. پندرهين ڏينهن، يا مهيني فون تي ڪچهري ٿئي، هادي مواد، هادي جو جواب، ادا جون يا جولاءِ توکي مواد ڏيندس، مهاڳ لکڻ جي لاءِ، ادا جون گذري ويو، حاضر ڪريون ٿا.

انهي دوران اسان جي ساٿي فضا قريشي جو اردو شاعري جو ڪتاب ڇپيو تہ پاڻ چيائين سکر ۾ مهورت ڪرائبي. اسان سمجهيو سادي، سودي مهورت هوندي. تان جو خبر تڏهن پئي جڏهن ٻہ، ٽي سو ماڻهون هيا. بقول ستار زنگيجي جي جيڪو ان پروگرام ۾ موجود هيو تہ ايترا ماڻهون توڙي ان ڪيٽيگري جا ماڻهون سکر جي ويجهي ۾ ٿيندڙ پروگرام ۾ شريڪ نہ ٿيا آهن. سائين فنڪار پهچي ويا، گل جوڻيجي ۽ سينگار علي سليم جي هڪ ٻي شاگرد، استاد، اردو نظمن جون ڌنون تيار ڪري ورتيون. ماڻهن جي لاءِ ڊنر بندوبست ٿي ويو. مهمانن لاءِ اجرڪن جي بهار لڳي وئي. سکر جي ميڊيا اچي وئي. ممتاز بخاري، ادل سومرو، اياز گل، ڊاڪٽر عائشہ، امر اقبال سميت سکر جي بهترين ۽ نالي وارن اديبن ڪتاب تي ڳالهايو. اسان رڳو اهو سڀ ڪجھ ڏسندا، ماٺ رهجي وياسين. هادي رڳو ايترو چيو، ادا حسين جولاءِ ۾ منهنجي ڪتاب جي مهورت اتي ئي ڪنداسين.

گذريل هفتي سُتو پيو هيس تہ صبح جو نوي وڳي ڌاري هادي جي فون وڳي. فون جي رنگ بند هئي، ان کري جيئن اٿيس تہ هادي هيو. پندرهن، ويهہ منٽ ڪچهري ڪئيسين. پوڙهن جي موڊ ۾ هيو سو چيائين يار تون وڏو استاد آهين، مون چيو ڇو هادي، چيائين، تون جواني ۾ بيمار ٿي، يونيورسٽي مان موڪلا ڪائي، عشق ڪري، شاديون ڪري هاڻ خوش لڳو وينو آهين، اسان اڇي پيري ۾ بيمار ٿيا آهيون. ان ڪري تون وڏو بهترين پلانر آهين. مون هڪدم شهزادي کي فون ڏيندي چيم، هادي پٽ سان ڳالهائي، ڏس ڇا پيو چوي. هادي چوي نہ شهزادي کي مان اهو نہ چوندم، اهو تون ٻڌائينس تہ هادي هيئن ٿو چوي. بهرحال، شهزادي سان ڳالهيائين، ان سان مذاق مستيون ڪري پوءِ چيائين اسپتال آيو آهيان. پير ۾ مسئلو آهي، ان ڪري هڪڙي آڱر ڪٽبي، ان جي قرباني ڏبي جيئن وڏي نقصان کان بچجي. بس هاڻي تنهنجي ڪتاب جو مهاڳ بہ جلدي توکي ڏبو، منهنجي ڪتاب کي بہ فائنل ڪبو. بس وقت ڪونهي، آئون دل ۾ خوش ٿيم تہ هاڻي هادي سيريس ٿيو آهي، اهو ڪتاب وارو ڪم ڪندو. وري ٻي ڏينهن فون تي ڳالهہ ٿي چيائين تہ ادا سرجري اڄ ڪونہ ٿيندي، سڀاڻي ٿيندي، ڇو جو ٽيسٽون پيون ٿين. ڊاڪٽرن کان موڪل ورتي اٿم اياز لطيف اڇي پيو آرٽس ڪائونسل سو ان پروگرام ۾ وڃان پيو، ان کان اڳ دودي چانڊئي کي فون ڪئي اٿم، اهو ابراهيم حيدري ويل آهي، اتان ايندو تہ پريس ڪلب ۾ انهن دوستن سان ملاقات ڪندم. وري ٽئين ڏينهن ڪال ٿي، چئي خير آهي، رمضان (سندس پٽ) گڏ آهي، رڳو پير جي سرجري ٿيندي ۽ بلاڪيج ختم ڪبي.

وري آفيس مان آخري ڪال ٿي چيائين يار حسين جيڪي پاڻ ڪم ڪنيا آهن اهي پورا ڪبا، هاڻ انهن ڪمن جي پٺيان آهيون. انشاءالله اڄ سرجري ٿيندي، ٽي يا چار ڏينهن هتي رهڻو پوندو پوءِ سکر پهچي پهريون اهو ئي ڪرڻو آهي. آخر ۾ سندس آواز ۾ هلڪي جهيڻائي محسوس ٿي جيڪا اڳي ڪڏهن بہ ڪونہ هئي. پهرين فيبروري اڱاري جي نياڳي صبح سان واٽس اپ ۾ ستار زنگيجي اها خبر شيئر ڪئي. سچ پچ مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ اهڙي ماڻهون جي تعزيت ڪرڻو

سندس خاندان سان ڪيئن ڪجي. جيتوڻيڪ مون همت ڪري سندس پٽن رمضان ۽ رضوان سان فون تي ڳالهايو، ريحانه شيخ سان ڪافي دير ڳالهايو، جنهن سان دل هلڪي ٿي پر هادي لاءِ سمجهه ۾ نٿو اچي ته ڪنهن سان تعزيت ڪجي ڇو جو هو ته سنڌ هيو.

هادي جي شخصيت جو پوتاميل ڪرڻ انتهائي ڏکيو آهي هو نه صرف هڪڙو عوام دوست، مزدور دوست طبقاتي جدوجهد جي رستي جو مهندار هيو جنهن جي سموري عمر سياسي عمل ۾ ڪم دوران، سماجي سرگرمين توڙي قانوني شعبي ۾ سرگرمي دوران ماڻهن جي سماجي، سياسي توڙي قانوني مدد ڪندي گذري. ڪيترا ايترا مثال آهن جن ۾ اتر سنڌ ۾ ڪافي مشڪل ڪيسن ۾ عورتن ڪي مفت قانوني مدد فراهم ڪئي پر انهن سان گڏ بيٺو رهيو. هو اڪثر انهن سماجي ادارن جي عورتن جي باري ۾ ٻڌائيندو هيو ۽ انهن سان ملاقاتون ڪرائيندو هيو جيڪي عورتن جي مدد ۾ پيش پيش هيون.

هو سکر جي علائقي ۾ يا اتر سنڌ جي اديبن، ليکڪن، صحافين، ۽ ٻين مکتبه فڪر جي ماڻهن سان نه رڳو رابطي ۾ رهندو هيو پر هو انهن سان هر حال ۾ گڏ هوندو هيو. ڪيترائي سياسي، سماجي، علمي، ادبي توڙي وڪيلن جا پروگرام منعقد ڪرائيندو هيو. ساڻس گڏ هوندي سندس فون ڪڏهن بند نه ٿيندي هئي، ڪيتري به ضروري ڪچهري، پروگرام يا ٻي ڪنهن ڪم ۾ جنبيل هجي هر ڪنهن جو فون ضرور اٽينڊ ڪندو هيو.

پنهنجي ذات ۾ هيڏو ماڻهون هوندي، ايڏي وڏي ۽ مشهور وڪيل هجڻ جي باوجود هن ۾ وڏائي ۽ هٺ ذرو به ڪونه هوندو هيو، ساڳيو نهنو، نماڻون، بي رخي، بيزاري، چڙ، ڪاوڙ، غصو نالي شيون مون سندس طبيعت ۾ ڪڏهن نه ڏٺيون. هن شايد پئسي ناهڻ جي بجائي ماڻهن جو ويساه، دوستي، نياز، نوڙت، رشتا ڪمايا. هو ڳالهين جو ڳهير هوندو هيو، شروع ٿيندو هيو ته رشيد ڀٽي، شيخ اياز، محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجو، فتاح ملڪ سان گڏ گهاريل لمحا، واقعا، گذاريل دور جي يادن جا درياءَ ڪولي ڇڏيندو هيو. سندس ياداشت به ڏاڍي

سني هئي، آئون هميشہ کيس چوندو هيس هادي، تون اهي ڳالهيون لک، پر افسوس زندگي جي گوناگون مصروفيتن، گهر جي ذميوارين کيس اها مهلت نہ ڏني تہ هو اهڙا واقعا جيڪي زباني پيو ونديندو هيو سي سندس لکت سان رڪارڊ جو حصو بنجي سگهن ها. سندس پڄاڻان دنيا ساڳي آهي، سکر ساڳيو آهي، لينس ڊائون پل بہ ساڳي، سکر خيرپور ۾ ڪجين جا باغ بہ ساڳيا آهن پر سکر جي دل ۾ رهندڙ پنهنجن دوستن ساٿين جي دل جو محور، معصوم مرڪ سان سيني کي موڪري ياڪر ۾ پري چاتي لائيندڙ، دلفريب دوست، سخي دل انسان پنهنجي حياتي جو در بيڪڙي ڏرتي ماءُ ۾ ابدي ننڊ وجي سُتو. هادي پٽ تو پڄاڻان سکر سوڳوار ۽ سنڌ اداس آهي.

بقول رسول بخش پليجي جي

اوهان جي پڄاڻان.....

اج بہ، آءُ ۽ هي دنيا،

اهڙا ئي آهيون،

جهڙا اڳ، اوهان جي هوندي.

پر ان هوندي بہ،

اوهان جي پڄاڻان،

الائي ڇو،

الائي ڪيئن،

الائي ڪيڏي مهل،

هينئين جي ڪا ٽوٽي

ڊهي پيئي،

وجود جو ڪو اندريون هڏ

ڀڄي پيو،

”ويرو تار ڏڪن، سڄن ڀڳي هڏ جيئن!“

# نامياري قانوندان ۽ ڏاهي هادي پٽ جي وڇوڙي تي مختلف شخصيتن جا تاثرات

زين سولنگي

ناميارو قانوندان ۽ ڏاهو انسان هادي پٽ اسان کان پهرين فيبروري 2022ع تي وڇڙي ويو، هادي پٽ سڄي حياتي جدوجهد ۽ جاکوڙ ۾ رهيو، پورهيتن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندو رهيو، عورتن ۽ ٻارن سان جتي به ظلم ٿيو اتي هادي جو آواز نه صرف گونجندو هو مگر ڪورٽ جي اڳيان انهن مظلومن جي ڪيسن جي پوئواري ڪندو هو، هادي پٽ جن شاهه عبداللطيف ڀٽائي، فيض احمد فيض، حبيب جالب، سچل سرمست توڙي شيخ اياز جي شاعريءَ جا نه مداح هئا انهن جي شاعري ايتري نه خوبصورت رواني‌ءَ سان ٻڌائيندا هئا ته دل چوندي هئي ته ماڻهو هادي جي واتان انهن شاعرن جي شاعري پيو ٻڌي، سياست ۾ هو پليجو صاحب جن سان رهيو، آخر ۾ هو اياز لطيف پليجو جي ويجهو رهيو، اياز لطيف جو وڏو مداح هو، هڪ دفعي هادي صاحب جن سان سماجي اداري ساحل سکر ۾ ويني ڪچهري پئي ڪيم (هادي پٽ ساحل سکر ۽ ايم آر ڊي او جو قانوني صلاحڪار پڻ رهيو هو) هنن سان مختلف موضوعن تي ڪچهري ڪندي ڪندي جڏهن مان اياز لطيف پليجي جي شخصيت اوهان جي نظر ۾؟ سوال ڪيو ته هن پوري خود اعتمادي، جوش ۽ جذبي سان پورا ڏهه منٽ اياز لطيف پليجي جي شخصيت تي ڳالهايو، مان خاموشيءَ سان ٻڌندو رهيس، آخر ۾ مون چيو ته هادي سائين ڪڏهن ٿا ملرايو اياز لطيف سان، هن چيو ته پاڻ اياز لطيف کي سکر يا خيرپور گهرائينداسون اتي اوهان ۽ اسان هنن سان ڪچهري ڪنداسون. خير هادي سائين اسان کي هميشه لاءِ الوداع ڪري ويو. هادي پٽ هڪ گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ

هو، هو ڌرتيءَ جو بهادر پٽ هو، هنن جي ڪاهوڙي شخصيت متعلق اياز لطيف پليجي هن طرح فيس بڪ پيج تي لکيو آهي تہ:

ساٿي هادي ڀٽ بہ هليو ويو. هن پنهنجي سڄي حياتي سوچي سمجهي، لکي پڙهي، سنڌ، عوام، پارٽي ۽ انساني حقن جي حوالي ڪئي هئي. هفتو اڳ 23 جنوري تي ساٽس ڪراچي ۾ مليو هئس. هميشہ جيان درد ۽ تڪليفون لڪائي، پنهنجائپ واري ڀرپور ڀاڪر، چمڪندڙ گهرين اکين ۽ جوشيلي مسڪراهٽ سان مليو هو، بيماري، شگر، پير جي آڱرين جي مسئلي ۽ دل جي تڪليف جي ڳالهہ بہ اهڙي هلڪي ڦلڪي انداز ۾ ٻڌايائين ڄڻ معمولي زڪام يا مٿي جي سور جي ڳالهہ ڪندو هجي. ساڳيو پر اعتماد چهرو جيڪو ڏهاڪن ڪان عوامي هائوس، نسيم ڊيلڪس، پناڻ ڪالوني، پرنس ٿائون ڪان ويندي لانگ مارچن، جلسن، احتجاجن ۽ ريلين ۾ هميشہ ڏسندو آيو هئس ۽ ساڳي پروقار ۽ دل ليائيندڙ مرڪ جيڪا هر نئين چيلينج ۽ هر مشڪل کي آسان ٻڻائي وجهندي هئي.

چوڻ لڳو هو تہ اوهان کي ڪئي ڀيرا مون ۽ خادم ڏهوٽ دعوت ڏني آهي، پر اوهان اجا سڪر بار لاءِ وقت ناهيو ڪڍي سگهيا. معذرت ڪري جلد اچڻ جو واعدو ڪيو هئم. چار ڏينهن اڳ وري ڪيس فون ڪري طبيعت پڇيم، چوڻ لڳو تہ آپريشن ٿيڻو آهي، دوست جو فرزند ڊاڪٽر آهي خير ٿي ويندو. گذريل رات ڏهين وڳي وري ڪيس فون ڪيم سندس ٻدران ڪنهن عزيز فون ڪنيو، چيائين تہ آپريشن ڪامياب ٿي ويو آهي پر ساهہ ۾ ڪجهہ تڪليف اٿن. هڪدم ساٿين مظهر راهوجي، اشفاق چنڙ، منان، فرحان، ڪاشف، فياض، ديدار ۽ اختيار سان رابطو ڪيم تہ صبح جو سائين سان وڃي ملو، پر هو اڄ صبح جو سويل ئي اسان سڀني ڪان موڪلائي ويو.

سائين هادي ڀٽ قومي عوامي تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻ سان گڏ، نہ صرف هڪ نامور قانوندان، روشن خيال قلمڪار، ٻار جو

ليبدر ۽ انساني حقن جو متحرڪ اڳواڻ هو بلڪ هو هڪ بيمثال انسان، گهڻ طرفو ٿنڪر ۽ محبتون ورهائيندڙ ۽ ماڻهن کي گڏيندڙ يونيڪ شخص هو. سکر ۾ سندس ميزباني ۾ ساٿين ابراهيم سارنگ، نظام بلوچ، حڪيم زنگيجي، خالد پٽي، نثار مگريو، سچل پٽي، ساجد شاهه ۽ ٻين سان ڪيل پرمغز ۽ دلچسپ ڪچهريون هميشه ياد رهنديون.

ناميارو ليکڪ پروفيسر امير گل ڪٽوهر هن طرح لکيو آهي ته:

هادي بخش پٽ ۾ جيڪي انيڪ خوبيون هيون انهن مان هڪ هيءَ به آهي ته هو ڪوشش ڪري هر دوست جي ڏک يا سک، خوشي توڙي غمي وارن ساعتن ۾ ساڻن ساٿ نڀائيندو رهندو هو. عوامي پلائي جي هر پروگرام ۾ شرڪت ڪرڻ ۾ ڪوبه عار محسوس ناهي ڪندو هو. هادي پنهنجي حياتي ۾ ذاتي لالچ، لوڀ کي پاسيرو رکي سچائيءَ ۽ خلوص سان سنڌي ماڻهن ۽ سڄي انسانذات سان محبت جا هوڪا ڏيندو رهيو. ڪي خوبيون ماڻهون عالم قسم جي انسانن سان گڏ رهڻ ڪري اپنائيندو آهي. ان معاملي ۾ هادي بخش پٽ وڏو خوشنصيب انسان رهيو. سکر ۾ رهندي سندس لاڳاپا عظيم ڪوي شيخ اياز سان رهيا، رشيد پٽيءَ جي ته هو جهڙوڪر گهر جو ڀاتي هيو، نظام بلوچ جهڙي ارڏي انسان ۽ ڪامياب وڪيل جو هو اسسٽنٽ ٿي رهيو، محترم رسول بخش پليجي صاحب سان نه رڳو سندس سياسي وابستگيون رهيون پر وڪالت جا پهريان سبق به هادي سائين پليجي صاحب کان سکيا، حيدرآباد ۾ رهندي هادي سنڌ جي وڏي ڏاهي ۽ استاد سائين محمد ابراهيم جويو صاحب جي انتهائي ويجهو رهيو.

هادي صاحب جن متعلق پروفيسر عبدالله ملاح پنهنجي راءِ ۾ لکيو آهي ته:

هادي پٽ سان سنڌي شاگرد تحريڪ ۾ سال به گڏ رهڻ نصيب ٿيو هو وري ملاقاتون گهٽ ٿيون باقي سنگت کان خبرون چارون پيون

پونديون هئيون وڏي محنت وڏي جاکوڙ ڪري اچي هن پنڌ پڄايو هو سپريم ڪورٽ جي وڪيل جي حيثيت سان زندگي جي بازار ۾ لٿو هو ۽ دل ساٿ نہ ڏنو ڪلهہ هو هي جهان ڇڏي ويو ساٽس گهاريل ان زماني جون سڀ شامون ياد آيون سڀ ڏينهن ياد آيا پاڻ ياد آيو دلبر شخص هو وقت کان اڳي جدا ٿي ويو ان ڳالهہ جو ڏک عمر ڀر رهندو اسان هن ڏک جي گهڙي ۾ پياري ساٿي هادي ڀٽ جي ساٿين دوستن ۽ سمورن گهر ڀاتين سان گڏ آهيون. آمريڪا ۾ رهائش پذير بهترين شخصيت جو مالڪ مشتاق راڄپر جن هادي متعلق لکيو آهي تہ:

ساٿي هادي ڀٽ سان ڏهاڪن جو سياسي ساٿ ۽ دوستيءَ جو تعلق رهيو، منهنجن اخباري ڪالمن کي سنجيدگي سان پڙهندو هو ۽ راءِ بہ ڏيندو هو.

سندس اوچتو وڇوڙو زمانن جون يادگيريون پيون ياد اچن. 1994 ۾ پڙهائي جي خيال کان ڪراچي شفٽ ٿيس، بہ ٽي مهينا ٻين ساٿين سان گذريا پوءِ رهڻ لاءِ جاءِ نہ هجي، هادي تن ڏينهن ۾ قادر بروهي ۽ ستار ڏاهري سان ڊرگ روڊ تي رهندو هو، چيائين هليو اچ، سو وقت بہ وڏي جاه و جلال سان ڪٽيو، نوڪري ۽ پئسو نہ هو پر خواب، خيال ۽ جذبو هو، ساٿين تي ڀروسو، رستي تي هياسين، منزل ۾ ويساه ۽ اڳواڻن ۾ ڇڻ عقيدو هو. قاسم ڪيهر هن طرح هادي لاءِ لکيو آهي تہ:

هادي ڀٽ هڪ شخص نہ پر هڪ دور جو نالو آهي. جنهن جي وڃڻ سان سنڌ اندر حقيقي ساجاه وند طبقي اندر هڪ کوٽ ضرور محسوس ڪئي ويندي.

تاج رند لکيو آهي تہ:

سائين هادي ڀٽ صاحب بہ وڇڙي ويو.

هو صرف پنهنجي ڪٽنب کي نہ پر سکر جي ڊسٽرڪٽ بار ۽ هاءِ ڪورٽ بار سان گڏ سکر جي علمي ادبي ماحول کي بہ سوڳوار ڪري

ويو آهي. سائين هادي ڀٽ هڪ ڪميٽڊ وطن دوست انسان ۽ بهترين قانوندان سان گڏ لطيف جو پارکو به هو، هُو جڏهن لطيف تي ڳالهائيندو هو ته دل چوندي هئي ته وقت رڪجي وڃي ۽ هو ڳالهائيندو رهي. هاڻي سڪر جي علمي ادبي تقريبن ۾ لطيف جي فڪر کي عام ۽ سهڻي ٻوليءَ ۾ ڪير بيان ڪندو.

هادي سائين! اسان جون اکيون اشڪبار ڪري هليو ويو آهين، تنهنجون محبتون، پيار ۽ ڪچهريون ڪڏهن به وساري نه سگهنداسين.

اڄ سائين هادي ڀٽ اسان دوستن وچ ۾ موجود ناهي پر هن جي جدوجهد ڪميٽمنٽ مانيٽڻي طبيعت مشعل راه آهي.

# هادي پيٽ جو وڇوڙو

سجاد احمد بروهي
رحمت الله چچڙ

ساٿي ارصلاح ٻهلڪاڻي فون ڪري ٻڌايو تہ ساٿي هادي پيٽ اڄ صبح هميشہ لاءِ موڪلائي ويو پوءِ ذهن تي سائين هادي پيٽ جون يادگيريون ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم.

سال 1988 جي يادگيري آهي تہ ساٿي هادي پيٽ سان پراڻي سکر ۾ چاچا سائين لطيف بلوچ جي رهائش گاهہ تي امير شاهہ وٽ الاهي ڪچهريون ٿينديون هيون جنهن ۾ ساجد شاهہ، جبار مهر، اشفاق چنا، ماما نواز چنا جڏهن بہ ڪنڊڪوٽ مان سکر گهمڻ وڃبو تہ ساٿين جي ڪچهري مان مستفيد ٿبو هو. شهيد فاضل راهو جي تنهي ورسين ۾ جڏهن ضلعي جيڪب آباد، شڪارپور جا قافلا سکر الحبيب هوٽل وٽ پهچندا هئا تہ سائين هادي پيٽ قافلن جو ميزبان هوندو هو. پليجي صاحب جو عملي شاگرد جڏهن بہ پليجو صاحب سکر ايندو هو هادي پيٽ صاحب سڀ مصروفيتون ڇڏي پليجي صاحب جي ميزباني ۾ مصروف هوندو هو. ساٿي هادي پيٽ انهن ڏينهن ۾ SMT جو مرڪزي اڳواڻ هو منهنجي سياسي ڪيريئر جا شروعاتي سال هيا. ساٿي لطيف شناس هو بعد ۾ جڏهن 1995 ۾ ارينا ريسٽورينٽ سکر ۾ ڊسٽرڪٽ جيل جي سامهون ڪوليوسين تہ پوءِ ڪچهرين جو مرڪز ارينا ريسٽورينٽ هو جتي سائين هادي پيٽ، لطيف بلوچ، امير شاهہ، نثار ٻرڙو (اسٽيٽ لائيف سکر ۾ جاب ڪندو هو) ساجد شاهہ، حڪيم زنگيجو، سچل پيٽي، حق جاگيراڻي، نثار مگريو، ذوالفقار قلپوٽو ۽ ٻين ڪافي دوستن سان ڪچهريون ٿينديون هيون. سائين هادي پيٽ وڪالت ۾ آيو سکر هاءِ ڪورٽ بار جي اهم

عهدي تي بہ چونڊيو ويو هو. QAT ۾ مرڪزي اڳواڻ جي حيثيت ۾ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ٿيل پروگرامن ۾ شامل ٿيون. GDA جي روهڙي ۾ ٿيل وڏي جلسي ڪي پڻ QAT اڳواڻ طور خطاب ڪيائين ڪجھ سال اڳ دريا جي ڪپ تي هڪ بينڪوئيٽ ۾ پٽن جي شادي جي ڪاڄ ۾ سڄي سنگت کي گڏ ڪيو. سائين سان آخري دفعو ملاقات آگسٽ جي آخري ڏينهن ۾ حيدرآباد مرڪزي اجلاس ۾ ٿي.

ڌرتي جو صالح پٽ وطن دوست ڪاهوڙي ڪردار لطيف شناس ڌرتي سان آخر تائين وفا ڪندڙ ساٿي جي وڇوڙي تي سيني ساٿين سان ڏک جو اظهار ڪيان ٿو.

# هادي پٽ:
# منهنجي لاءِ هڪ رهنماءُ

## سرتاج شر

جڏهن سال 2019 ۾ آيس سکر ۾ باقاعده رهڻ ۽ لا ڪاليج ۾ پڙهڻ شروع ڪيو هيو ۽ ڪورٽ جي پريڪٽس به ڪرڻ شروع ڪئي، پر شاعري ته آءُ ميٽرڪ پڙهڻ کان اڳ پڳل ٽتل شاعري ڪندو هيس جو جڏهن پنجين درجي ۾ پڙهي رهيو هيس ته هڪ پنهنجي ڪلاس ميٽ جي ڊائري پڙهي هئي جنهن ۾ هو پنهنجي شاعري لکندو هيو پر شاعري ڪرڻ جو اتساهه پيدا ٿيو، بس ائين پنهنجي منهن ۾ ويهي لفظن سان لفظ ملائيندو هيس پر خبر نه هئي ته شاعري جو وزن بهر يا رديف ڪافيو، وغيره ڇا ٿيندو، جڏهن وري بڪ تي لکيل شاعري پنهنجي چيمبر ميٽ احمد رضا سومرو کي آفيس ٽائيم پڙهي ٻڌائي ته ان چيو ته يار تون ته ڪو وڏو شاعر آهين پر هتي شاليمار ڪامپليڪس ۾ هڪ وڪيل آهي جيڪو وڏو اديب ۽ شاعر، جنهن جو نالو آهي هادي بخش پٽ صاحب، جنهن سان وجي تون ملي اڄ سو مان روزانو اچي سائين جي جونيئر کان پڇندو هيس ته سائين اچي ته ٻڌائجو ته جئين مان سائين هادي بخش پنهنجي شاعري ٻڌائي هئي، پر پوءِ هڪ ڏينهن سائين وقت ڏنو ۽ شاعري ٻڌائڻ لاءِ چيو ته توهان سياڻي شام اچجو، پوءِ شام جو جڏهن مان آفيس به اچي رهيو هيس ته مان پنهنجي پياري ۽ سينيئر وڪيل دوست عبدالستار شر کي ٻڌايو ته مان وڃان پيو ان کي پنهنجي شاعري ٻڌائڻ، پوءِ عبدالستار شر صاحب چيو ته بيهه ڪجهه ٽائيم مان به هڪ غزل توهان کي تو ڏيان ۽ اهو توهان هادي بخش صاحب کي پڙهي ٻڌائجو ته عبدالستار شر صاحب به پنهنجو غزل لکي ڏنو ۽ پنهنجو نالو

لکيو پر تخلص ’عادل‘ لکيو ۽ جڏهن مان هادي بخش پيٽ صاحب وٽ آيس تہ سائين منهنجو ويلڪم هڪ بهترين انداز سان ڪيو جنهن جي مونکي اميد نہ هئي ۽ مون کي وڏي عزت بخشي، وڏي احترام سان آفيس ۾ ويهاريو ۽ بلڪل پوري ڌيان سان مونکي ٻڌو، منهنجي شاعري تہ ايڏي پلي نہ هئي، پر هر لفظ لفظ تي سائين سنو داد ڏنو ۽ ساراهيو ۽ وڏي پيار، نرمي مزاجي سان سمجهائيندو رهيو، غلطين کي درست ڪرائيندو رهيو بعد ۾ جڏهن مان سائين کي عبدالستار شر صاحب يعني عادل جو غزل پڙهي ٻڌايو تہ تنهن وقت مان سائين جي چهري ڏي ڏسي رهيو هيس تہ سائين جي چهري ۾ هڪ نور اچي ويو آهي ۽ وڏي خوشي نظر اچي رهي هئي جڻ تہ جيئن هڪ وڻ تي ساوڻ جي موسم ۾ برسات پوندي آهي تہ اهو وڻ وڏو خوش نظر ايندو آهي ۽ جڻ اهو وڻ نوجوان ٿي پوندو آهي ۽ ان مان وڻندڙ خوشبوءِ ايندي آهي، پوءِ سائين وري مونکي ٻڌايو تہ هتي سکر ۾ جاگيراڻي پاڙي ۾ رشيد پيٽي صاحب جو پٽ وڪيل سچل پيٽيءَ صاحب جي آفيس ۾ هر جمعي جي شام جو سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ٿيندي آهي ۽ توهان اتي وڃو ۽ توهان کي اتي سکڻ لاءِ الاهي ڪجهہ ملندو پوءِ مان اتي وڃڻ شروع ڪيو، بعد ۾ سائين ڪچهري ٿيندي هئي ۽ منهنجي دوست آغا صورت علي خان جي بہ ڏاڍي ويجهڙائپ هوندي هيس چو جو تہ آغا صورت علي خان ادب ۽ شاعري جي لحاظ کان سني جاڻ رکندڙ آهي، پوءِ جڏهن بہ سائين سان ڪچهري ۾ ويهبو هيو تہ ڏاڍي سني ۽ نرم لهجي ۾ شاهہ جي رسالي ۾ شروع ٿيندو هيو تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذري ويندا هئا پر ڪڏهن بہ اسان ٿڪبا نہ هئاسين، شيخ اياز، سچل سرمست ۽ حسن درس جو تہ سائين کي جڻ حفظ هيو جتان چئبو هيو تہ ٻڌائڻ ۾ شروع ٿي ويندو هيو، هي انسان تمام وڏو انسان دوست هيو ۽ غريبن جو وڏو هڏڏوکي هيو، کيترن ئي غريب ماڻهن جا ڪيس بغير ڪنهن فيس جي وڙهندو هيو، سائين تمام وڏو کاهوڙي انسان هيو، ۽ وڏو تحريڪي ماڻهو، ۽ پارٽي

جو وڏو نظم و ضبط جو خيال رکندڙ هيو، ۽ اسان سائين وٽان سکيوسين تہ ڪنهن مضمون تي ڪيئن ۽ ڪهڙي طريقي سان ڳالهائجي، بس سائين جڏهن جشن لطيف جي پروگرام 2021 سال ۾ ڪلچرل ڪامپليڪس سکر ۾ ڳالهائي رهيو تہ سائين جي طبيعت اتي اسٽيج تي بہ خراب ٿي پئي هئي پر سائين محسوس نہ ڪرايو ۽ ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ سيشن ڪورٽ سکر ۾ سائين ڪي دل جو دورو پيو هيو جو ترت ئي وڪيل دوست سائين ڪي اسپتال ڪٽي ويا هئا ۽ مهيني ڪانپوءِ وري سائين پنهنجو علاج ڪراچي مان ڪرائڻ ويو جو جاڏي سائين خوش ڪلندو ۽ ٻهڪندو ويو هيو تہ اتان خاموش واپس آيو، تنهن ڏينهن ڪان اسان سمجهيو هيو تہ هاڻي اسان جنهن وڻ جي ڇانوري ۾ ننڍڙا ٻوٽا وڌڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئاسين تہ هاڻي تہ اسان جو الائي ڇا ٿيندو، بس پوءِ پنهنجا ڳوڙها ڳاڙهڻ ڪان بهتر سمجهيوسين تہ ان وڏي ڏک ڪي پنهنجي اندر ۾ ئي رهڻ ڏجي، ۽ هاڻي سائين هادي بخش پيٽ صاحب جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪري اسان بہ انسان دوست بڻجي هر مظلوم لاءِ سهارو ۽ ابوجهن جو سهارو بڻجي هلون. هو تہ هادي بخش پيٽ صاحب هن فاني دنيا ڪي ڇڏي پنهنجي ابدي زندگيءَ ڏانهن هليو پر اسان جي دلين ۾ سدائين زنده رهندو.

# هڪڙو ماڻهو، موتيءَ داڻو

ايڊووڪيٽ شاهد حسين گوپانگ

ناميارو قانوندان هادي ڀٽ صاحب جن سان منهنجو تعلق 2007ع کان جڙيو، جڏهن مان وڪالت جي پيشي ۾ داخل ٿيس، 2007ع کان آخر تائين منهنجو هنن سان هڪ دلبر دوست وارو رشتو برقرار رهيو، مونکي هميشہ شاهد سائين چئي مخاطب ٿيندو هو، جڏهن بہ خيرپور ڪورٽ يا ڪنهن ڪم سانگي ايندا هئا تہ مونکي ياد ڪندا هئا، سکر بار، هاءِ ڪورٽ بار، خيرپور بار جي هالن ۾ هنن سان تمام تفصيلي ڪچهريون ٿينديون هيون، مختلف موضوعن تي انتهائي باريڪ بينيءَ سان ڳالهائيندا هئا، ڪچهري ڪندي خبر ئي نہ پوندي هئي هوندو ڏينهن هو تہ ٿي رات ويندي هئي، وقت جي خبر ئي نہ پوندي هئي. خادم ڏهوٽ جن جي اوطاق تي خاص ڪري سياري جي سرد راتين ۾ مچ ڪچهريءَ جو خاص مهمان هادي سائين هوندو هو. اسان سڀ هنن جي لبن تان نڪرندڙ الفاظن جي ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا هئاسون، خادم ڏهوٽ توڙي ميرپور خاص جو سماجي اڳواڻ واجد لغاري پڻ هادي سائين جن کي انتهائي غور سان ٻڌندا هئا. ڀٽائي سرڪار جا بيت جيئن هادي سائين ٻڌائيندو هو ۽ انهن جو مفهوم سمجهائيندو هو مون ڪڏهن بہ پنهنجي زندگيءَ ۾ ڀٽائي سرڪار جي بيتن کي ايئن نہ ٻڌو جيئن اسان جو محسن هادي سائين ٻڌائيندو هو.

ڀٽائي سرڪار سان گڏ سچل سرمست، بيدل، سامي، فيض، جالب توڙي غالب جي شاعريءَ جا مثال اهڙي نموني پيش ڪندو هو دل چوندي هئي تہ بار بار انهن کي ٻڌجي. ڪئي بار اسان جي گوپانگ هائوس خيرپور تي آيا ۽ ڪچهريون ڪيائون. هادي سائين خوش لباسي ۽ خوش

گفتاري هو ڪيس اهي پنهنجي استاد جناب رسول بخش پليجي صاحب ڪان ورثي ۾ مليون هيون. هو جيترو خوبصورت ۽ خوشبو پسند هو سندس خيال اوترائي خوبصورت ۽ خوشبودار هئا سندس گفتگوءَ جو انداز نرالو ۽ لهجو لاجواب هو، هُو جڏهن لب ڪشائي جو اظهار ڪندو سماعتن تي دستڪ ڏيندي سندس اندر جو السٽي آواز صدين جي صدا بڻجي گونجار ڪندي نہ ٽڪي ۽ نہ ئي رڪي. هو ازل ڪان اونده جو ويري ۽ روشنيءَ جو سفير هو، هو امن پسند قانون جو پاسدار هو. هُو ڪنهن جابر ۽ ظالم سان گڏ ويهڻ بدران مجبور ۽ مظلوم جو حامي، ناصر ۽ مددگار رهيو. هُو ماضيءَ جي عظيم انساني ورثي جو امين هو. هُو دنيا جي سڀني مذهبن، عقيدن، قومن، ٻولين ۽ ثقافتن جو احترام ڪندڙ انمول انسان هو، مهمان نوازي، علم دوستي، سچائي، رواداري، سهپ ۽ درگذري سندس شاندار شيوو هو. هو ظاهر ۾ نفيس نظر ايندڙ ماڻهو حوصلي جو هماليہ ۽ هالار هو، ڏکن تڪليفن، مشڪلاتن ۽ بيمارين سان جهيڙڻ جو جهونجهار هو. سندس طبيعت ۾ ٿر جي واريءَ جهڙي نرمي، سنڌوءَ جهڙي رواني، ساگر جي گهرائي ۽ ڪارونجهر ۽ هالار جهڙي هستي ۽ مستي پسي سگهجي ٿي. هو اميراڻي دل ۽ غريباڻي طبيعت رکندڙ ماڻهو دوستن ۽ پرستارن جو همہ گير حلقو رکندو هو. هُو دوستيون رکڻ ۽ نڀائڻ تہ ڄاڻيندو هو. هن جي دل ۽ دماغ ۾ نئين نسل لاءِ نڪور نياپا هئا. هو سنڌ جي نوجوانن کي جامد، جاهل، پراڻ پسند، توهم پرست، رجعت پسند ۽ غلام ڏسڻ بدران سدا سرگرم، علم دوست، نواڻ پسند، سائنسي سوچ رکندڙ ۽ آزاد ڏسڻ جو خواهشمند هو، هو زندگي ۽ ان ۾ ڪاميابي ۽ ڪاميابيءَ بعد منزل جي حصول کي تڏهن ممڪن سمجهي ٿو جڏهن انساني روح محنت جي محبوب سان رچيل هوندو ان دوران هادي سائين ڀٽائي سرڪار جو هيءُ بيت دهرائيندو هو:

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي

متان ٿئي اونداهہ، پير نہ لهين پرينءَ جو.

هادي سائين جن چوندا هئا تہ ڀٽائيؒ ان شخص کي ڪاميابي جي خوشخبري ڏئي ٿو جيڪو بينو ناهي، وک کڻي ٿو، پنڌ ڪري ٿو يعني جدوجهد ۾ رڌل آهي يا جيڪو عمل ۽ جدوجهد ڪري ٿو ۽ ڪامل يقين اٿس تہ جدوجهد ئي منزل تي رسائيندي ۽ ڪيس هن طرح ڀٽائي سرڪار خوشخبري ٻڌائي ٿو:

هتان کڻي هُتِ، جن رکيو سي رسيون،
ساجن سونهن سرت، وکان ئي ويجهو گهڻو.

هو سنڌي، اردو ۽ انگريزي ادب جو پندار هو ۽ پنهنجي ڳالهہ ٻين جي دلين ۽ دماغن تائين پهچائڻ جو هنر بہ ڪمال جو رکندو هو. ليڪچر ڏيڻ وقت سندس اکيون، هٿ، چهرو ۽ جسم جو انگ انگ سندس لفظ لفظ سان هم وزن ۽ هم آهنگ هوندو هو سندس هدايت، نصيحت ۽ سمجهاڻي پر اثر ۽ پر مغز هوندو هو. هادي سائين انيڪ خوبين جو مالڪ هو، هن جي شخصيت جا ڪيترائي پهلو آهن جن تي الڳ الڳ لکي سگهجي ٿو. هادي سائين جن سان سفر ڪندي ڪا بہ بوريت محسوس نہ ٿيندي هئي، ڪلاڪن جا سفر ايئن طئي ٿيندا هئا ڄڻ ڪن پل ۾ گذريا آهن چاڪاڻ تہ سفر دوران هادي سائين موسيقي بہ ٻڌرائيندو هو انقلابي گيتن سان گڏ صوفي ڪلام بہ چونڊ چونڊ ٻڌرائيندو هو، وري ڀٽائي سرڪار جي سورمين سهڻي، سسئي، ليلان، مومل، مارئي، نوري، سورٺ وغيره جا قصا ٻڌائي اسان جي علم ۾ اضافو ڪندو هو. هادي سائين ڪچهرين ۾ ڪڏهن بہ اسان کي ننڍ وڏائيءَ جو احساس ٿيڻ نہ ڏنو ۽ نہ وري روايتي ادب آداب جو قيد وچ ۾ آندائين، اهو ئي سبب هو جنهن ڪچهريءَ ۾ گڏ وينو انهيءَ جو محور بڻجي ويندو هو، هن سڄي زندگي پنهنجي جدوجهد ۾ گذاري، هو هڪ آدرشي عاشق، سنڌ جو بهترين مقرر، قانوندان، ليکڪ، لطيف جو پارکو ۽ وطن پرست سياسي اڳواڻ هو. اهوئي سبب آهي جو سڄي ۾ سنڌ جي تنوار نمايان رهندي هئي، هو ميرڙن ماڻهن سان ملڻ ۾ عيب محسوس نہ ڪندو هو، پورهيتن، هارين مزدورن سان ڀاڪرين ملڻ

۾ عيب محسوس نہ ڪيائين. ڳالهہ ۽ ڪردار ۾ هڪڙو چڱو ۽ ڪرو ماڻهو هو يا ايئن چوان تہ هو ڀٽائيءَ جي ڳايل ماڻهن مان هڪڙو ماڻهو هو، سندس ڳالهيون لکڻ ڪان گهٽيون آهن.

سُنا دوست ائين جلدي جلدي موڪلائي الائي تہ ڇو ويندا آهن جن سان من هر پل ملڻ چاهيندو آهي. گڏ گهمڻ ڦرڻ چاهيندو آهي، ڪلڻ چاهيندو آهي. دل جا حال اوري من هلڪو ڪرڻ چاهيندو آهي. الائي تہ ڇو انهن سان اهڙو تہ روح جو رشتو ٿي ويندو آهي جو هو رت جي رشتن ڪان وڌ پيارا ٿي وجن ٿا، جيئن اسان جو پرين پيارو محسن دوست هادي ڀٽ سائين هو. هادي سائين ڪچهرين جو مور تہ هو ئي هو پر دوستن جو ايترو تہ هڏ ڏوکي هو، شل نہ ڪنهن دوست کي تڪليف ۾ ڏٺي، ڊوڙي اچي پهچي ويندو ۽ وت ڪان بہ وڌ ڪوشش ۾ لڳي ويندو ۽ تڪليف دور ڪري پاڻ پوءِ سک جو ساهہ کڻندو هو.

هادي ڀٽ سائين انتهائي ڌيمي مزاج وارو انتهائي ملنسار، نهٺائي، نماڻائي جو مجسمو هو. مون منجهس جذباتي پڻو، ڪاوڙ، غصو، وڏائي، پاڻ پڏائڻ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو، هو تہ پاڻ ڪم ڪري ٻين جي کاتي ۾ ڳڻائي ڇڏيندو هو هادي سائين سکر بار جو صدر، هاءِ ڪورٽ بار جو جنرل سيڪريٽري پڻ ٿي رهيو. ڪيترن ئي عام پلائي جي ڪيسن ۾ قانوني صلاحن ڏيڻ سان گڏ ڪيسن ۾ قانوني مدد پڻ ڪم ڪندو رهيو. ها، مان سنڌ جي ناميار وڪيل، سياستدان، اديب، عوام دوست، سماجي اڳواڻ هادي ڀٽ سائين جي ڳالهہ ڪري رهيو آهيان. هادي ڀٽ جيڪو ڪورٽن جي ڪيسن دوران اڪثر اسان ڏٺو تہ غريب، بي پهچ ماڻهو جڏهن پنهنجي مسئلن جي حل ۽ ڪورٽن جي ڪيسن جي حوالي سان فيس جا پئسا بہ نہ ڀري سگهندا هئا تہ انهن جا ڪيس مفت ۾ وڙهندو هيو. ساحل اين جي او جيڪا ٻارن جي حقن جي حاصلات لاءِ ڪم ڪندي آهي هادي سائين ان جو قانوني صلاحڪار هو، ڪيترن ئي ٻارڙن جي سنگين ڪيسن ۾ ڏوهارين کي ڪورٽن مان سزائون ڏيارائون، عورتن جي حقن

جو قائل هو، هو عورتن جي حقن جي حاصلات لاءِ ڪم ڪندڙ سماجي تنظيمن جو هڪ متحرڪ اڳواڻ رهيو. هو ڪڏهن بہ ماٺ ڪري ويهڻ وارو ماڻهو نہ هو. هادي پيٽ سائين پنهنجي پرين پياري دوست خادم ڏهوٽ سان گڏجي پوري سنڌ جو سيلانين وانگر سير ڪري تجربا ۽ مشاهدا حاصل ڪيا. هن جو جيترو سياست، قانون سان گهرو تعلق هو ايترو فنون لطيفہ سان پڻ هو، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، شيخ اياز، سامي، فيض احمد فيض، حبيب جالب توڙي ٻين ڏيهي ۽ پرڏيهي شاعرن جي شاعري ياد هئن ڪمال جي فن سان ٻڌائيندا هئا. مان هادي سائين جن کي سنڌ جي تاريخ جو پارکو محسوس ڪيو، ڪيترن ئي سفرن ۾ مان ۽ خادم ڏهوٽ صاحب جن گڏ رهياسون، هر علائقي، هر ماڳ جي تاريخ بهتر انداز ۾ ٻڌائي اسان جي ڄاڻ ۾ اضافو ڪندا هئا. هادي پيٽ پنهنجي سياست جي شروعات عوامي تحريڪ رسول بخش پليجي سان گڏ ڪئي، ايم آر ڊي واري جدوجهد ۾ هن جو ڀرپور ڪردار رهيو. ۱۹۸۳ع ۾ لڪس پارڪ ۾ گهيرو توڙي ٻڙ جي وڻ تي چڙهي اسٽيج طور عوام کي خطاب ڪيو هو. سندس اهڙي ڪارروائي تي پوليس ۱۹۸۳ع ۾ هن جي گهر تي چڙهائي ڪري گهر ڀاتين کي گرفتار ڪرڻ تي هن پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪيو. هادي پيٽ صاحب جناب رسول بخش پليجي صاحب ۽ اياز لطيف پليجي جو وڏو مداح هو. رسول بخش پليجي بعد هنن جي ويجهڙائي اياز لطيف پليجي سان هئي، اياز لطيف هنن جو تمام گهڻو احترام ڪندو هو، سکر ايندا هئا تہ هادي سائين جن سان ضرور ملندا هئا يا هادي سائين حيدر آباد وڃڻ ۽ اياز لطيف سان نہ ملن اهو ممڪن ئي نہ هجي. گذريل ڪافي سالن کان مان هادي سائين جن کي نوجوان قانوندان، سماج سڌارڪ، صوفي ازم تي انٽرنيشنل سطح جي تحقيق ڪندڙ خادم ڏهوٽ جو وڏو مداح محسوس ڪيو، هر ڳالهہ، هر سفر ۾ هنن کي ساڻ ڪنيائون، انهن جو دل و جان سان احترام ڪندا هئا. انڌي مانڌيءَ، صبح سوير، مينهن هجي يا طوفان، گرمي هجي يا سردي

هجي هنن کي ڏهوٽ اوطاق خيرپور ايندي سڪون ملندو هو، جتي اچي خادم ڏهوٽ سان ويهي ڪچهري ڪري پوءِ سکر روانا ٿيندا هئا.

آخر ۾ سندس آواز ۾ هلڪي جهيٽائي محسوس ٿي جيڪا اڳي ڪڏهن بہ ڪونہ هئي جڏهن هادي سائين آپريشن لاءِ ٽراما سينٽر ڪراچي ۾ داخل ٿيا تہ مان هنن جي عيادت لاءِ اتي ويس، مگر هيءُ صوفي منش انسان جنهن هميشہ محبت ورهائي، تعلقات ناهيا، هنن کي بيماريءَ ٿورڙو ڪمزور ڪري وڌو هو اسپتال ۾ ڪيترن ئي دوستن اچي هنن جي عيادت ڪئي، جڏهن مان پهتس تہ هادي سائين جن جي آپريشن جي تاريخ رکيل هئي ان ڏينهن انهن جو بلڊ پريشر مينٽين نہ پيو ٿئي هنن مونکي چيو تہ شاهد سائين هاڻ چا ڪجي، ڊاڪٽرن سان ڳالهاءِ تہ آپريشن اڄ بجاءِ صبحاڻ ٿئي، دوستن سان ڪچهريون بہ ڪري ونجن تيستائين بلڊ پريشر بہ صحيح ٿي ويندو، مان ڊاڪٽرن سان ملي تاريخ تبديل ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو جيڪو ڊاڪٽرن قبول ڪيو ٻئي ڏينهن مونکي ڪنهن ضروري ڪيس ۾ حاضر ٿيڻ واسطي واپس خيرپور اچڻو پيو. پهرين فيبروري اڱاري جي نياڳي صبح سان واٽس اپ تي ستار زنگيجي اها خبر شيئر ڪئي. هادي پٽ اسان ۾ نہ رهيو آهي، خبر پڙهندي ايئن محسوس پئي ٿيو تہ ڌرتي منهنجي پيرن هيٺان هلي ويئي آهي، اکين مان پاڻي وهي آيو، بيڊ تي روئندي پياري خادم ڏهوٽ سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيم مگر خادم سائين پڻ ساڳي ڏکاري ڪيفيت ۾ هو، ايترو چيائون يار هليو ويو. سندس پڄاڻان دنيا ساڳي آهي، سکر ساڳيو آهي، لينس ڊائون پل بہ ساڳي، سکر خيرپور ۾ ڪجين جا باغ بہ ساڳيا آهن پر سکر جي دل ۾ رهندڙ پنهنجن دوستن ساٿين جي دل جو محور، معصوم مرڪ سان سيني کي موڪري ياکر ۾ يري چاتي لائيندڙ، دلفريب دوست، سخي دل انسان پنهنجي حياتي جو در بيڪڙي ڌرتي ماءَ ۾ ابدي ننڊ وڃي سُتو. هادي پٽ تو پڄاڻان سکرسوڳوار ۽ سنڌ اداس آهي.



هادي پٽ ڪراچي بار جي صدر
ايڊووڪيٽ نعيم قريشي سان گڏ



هادي پٽ ايڊووڪيٽ نثار پنيري
کي سالگره جو اجرڪ اوڍائيندي



عوامي تحريڪ جي سربراهه رسول بخش
پليجو ۽ هادي پٽ ڳوٺن ۾ تنظيمي دورا ڪندي




هادي پٽ عورت آزادي مارچ جي
موقعي تي آرگنائيزرس سان گڏ



سماجي اڳواڻ ڊاڪٽر عائيشا ڌاريجو، سندس ور ڊاڪٽر
اڪبر نائچ ، حسين جروار، فضا قريشي سان گڏ



ليکڪ ممتاز بخاري هادي پٽ کي
ڪتاب جو تحفو ڏيندي



هادي پٽ ناميا ري شاعر اياز گل
کي اجرڪ جو تحفو پارائيندي



هادي پٽ ناميا ري شاعر ادل سومرو
کي اجرڪ جو تحفو پارائيندي



هادي پٽ جوڀن ڏينهن ۾ پنهنجي
قائد رسول بخش پليجو سان گڏ



حسين جروار سان گڏ



فضا قريشي پنهنجي ڪتاب جي مهورتي
تقريب ۾ هادي پٽ کي اجرڪ اوڍائيندي



هادي پٽ، ناميا ري ليکڪ جامي
چانڊيو ۽ حڪيم زنگيجو سان گڏ



سوڀو گيانچنداڻيءَ جو هادي ڀٽ
سان پيار ڀريو انداز



هادي ڀٽ دوستن جي جهرمٽ ۾



هادي ڀٽ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي
جسٽس صاحبان ۽ وڪيلن سان گڏ



هادي ڀٽ مرحوم ڊاڪٽر نظير شيخ
۽ ڊاڪٽر خادم ڍوٽ سان گڏ




دوستن جو دوست هادي ڀٽ پنهنجن
دوستن جبار مهر ۽ خالد بانيڻ سان گڏ



هادي ڀٽ ساحل تنظيم جي
عهديدارن سان اسلام آباد ۾ گڏ




هادي پيٽ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي
معزز جج جسٽس صلاح الدين
پهنور سان گڏ



هادي پيٽ، ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ،
پروفيسر امير گل، ستار مهر ۽
حسين مهر سان ڳاڙهي موري ۾



هادي پيٽ گمس جي ڊائريڪٽر
ڊاڪٽر رحيم بخش ڀٽي سان هڪ تقريب ۾



ٽي سياسي شخصيتون هادي پيٽ،
رسول بخش پليجو ۽ ابراهيم سارنگ



هادي پيٽ سجاڳ بار تحريڪ جي اڳواڻن
مشتاق راڄپر ۽ تاج خان جکراڻي سان گڏ



هادي پيٽ ۽ جسٽس (ر) ماجدا
رضوي ۽ ايڊووڪيٽ فرزانہ کوسو



هادي پٽ عورتن جي حقن لاءِ پاڻ
پتوڙيندڙ امر سندو سان گڏ



سينئر وڪيل دوستن قربان ملاڻو
۽ امان الله ملڪ سان گڏ



سپريم ڪورٽ جي سينئر وڪيل
ماما يوسف لغاري سان گڏ



بانهُن ٻڌڻ جي واٽ هادي پٽ ۽
صوفي راڳي مانجهي فقير



پنهنجي پٽن رضوان، رمضان ۽
رحمان سان گڏ



حسين جروار ۽ پنهنجي پٽ
رضوان پٽ سان گڏ




هادي پٽ پنهنجي مير مغان خادم ڏهوٽ ۽ زاهد ڏهوٽ جي ساٿ ۾



ليکڪا سحر گُل پنهنجو ناول هادي پٽ کي تحفي طور ڏيندي



ايڊووڪيٽ گل فيروز ڪلوڙ سان گڏ



پنهنجن پٽن شعيب ۽ رمضان سان سنڌوءَ ڪناري



اڳوڻي ڪمشنر سکر شفيق احمد مهيسر سان گڏ



ايڊووڪيٽ رفيق چاچڙ، لطف علي راڄپر، عبدالرزاق مهر ۽ ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ سان گڏ



ايڊووڪيٽ سپريم ڪورٽ، صدر هاءِ ڪورٽ بار سکر ۽ ميمبر سنڌ بار ڪائونسل قربان ملاٽو سان گڏ



وڪالت ۾ پنهنجي استاد نظام الدين بلوچ ۽ ٻين ساٿين سان گڏ



اسلام آباد ۾ ساحل تنظيم جي سالانہ گڏجاڻي ۾



اياز گُل ۽ شوڪت نوناريءَ سان گڏ ثقافتي ڏهاڙو ملهائيندي



پنهنجي قائد قومي عوامي تحريڪ جي صدر اياز لطيف پليجو سان گڏ



ايڊووڪيٽ فتاح ملڪ ۽ ايڊووڪيٽ شبير شر سان گڏ



مڪلي جي تاريخي قبرستان ۾ سنڌ جي بهادر
جنگی سالار دولھ دريا خان جي مزار تي



سکر هاءِ ڪورٽ بار ۾ وڪيل
ساٿين سان گڏ



جسٽس (ر) محمد اقبال مهر سان گڏ



دوستن جي سُنگ ۾



درگاھ جهوڪ شريف جي ڏٽي
صوفي محبوب علي ستاري سان گڏ



اڳوڻي جسٽس ۽ سپريم ڪورٽ
جي وڪيل شهاب سرڪي سان گڏ

# هادي پٽ ۽ تير چوڪ سکر

امداد سومرو، حيدرآباد

هادي پٽ عوامي تحريڪ ۾ مس فٽ هيو يا عوامي تحريڪ هادي پٽ سان مس فٽ هئي، مون کي اها تہ خبر ناهي پر ايترو ضرور چئي سگهان ٿو تہ هادي پٽ اهڙن ماڻهن مان هو جيڪي اندر ۾ ڪيئي طوفان لڪائي سگهندا آهن. مون کي هن جي نظريي کان وڌيڪ هن جي مرڪ وڻندي هئي. سکر جو تير چوڪ اهو تير چوڪ ناهي جيڪو 20 سال اڳ وارو تير چوڪ هو. 1999ع ۾ جڏهن مان حيدرآباد کان سکر ۾ بيورو چيف ٿي آيس تہ منهنجو واسطو تير چوڪ، تير چوڪ تي اخباري دفترن ۽ اخباري دوستن سان پيو: اهو تير چوڪ جيڪو شبير پٽو ۽ جاويد ميمڻ جو هو، اهو تير چوڪ جيڪو نثار کوکر ۽ پياري ممتاز بخاريءَ جو هو، اهو تير چوڪ جيڪو خالد ٻانيڻ ۽ نثار ٻانيڻ جو هو، اهو تير چوڪ جيڪو جمال ناصر ۽ ياسين جوڻيجي، فقير مشتاق مگريي، پاڪ سنڌ وارن پيرزاده پائرن ۽ جان محمد مهر جو هو... ۽ سيني کان وڌيڪ اهو تير چوڪ سائين اياز گل ۽ ادل سومري جو هو... اهو ئي تير چوڪ ضياءَ پٽي ۽ هادي پٽ جو بہ تہ هو.

هاڻ اهو تير چوڪ نہ رهيو آهي ۽ نہ اهي اخباري دفتر تير چوڪ وٽ آهن، ها البت جاگيراڻي پاڙو ۽ پٽي پاڙو اڃا بہ اتي آهن. تير چوڪ تي نہ اها سئنيما رهي ۽ نہ هادي پٽ رهيو، نہ شبير پٽو رهيو ۽ نہ جاويد ميمڻ.... ڪجهہ ڏينهن اڳ ئي فيس بوڪ جي يادگيرين (Memories) واري حصي ۾ 2008ع جو هڪ اسٽيٽس منهنجي يادگيرين ۾ آيو، اهو جاويد ميمڻ جو هو جنهن ۾ مون کي مخاطب ٿي لکيو اٿائين تہ، پيارا جڏهن

ڪان سکر ڇڏي حيدر آباد هليو ويو آهين تہ واپس ئي نہ ڏنو اٿئي، وساري ڇڏيو اٿئي ڇا؟ جاويد ميمڻ جي زندگي هڪ رند بلانوش جي زندگي هئي... اها ائين ختم ٿي وئي جيئن اچانڪ اسٽيج تان پردو لهندو آهي.

هادي پٽ سياسي اعتبار ڪان آرگنائيزڊ ماڻهو هو. مٺان ڳالهين جو ڳهير. هو سندي طبع ۾ وڪيل گهٽ پر جليل گهڻو هو. سخت ڳالهہ تي بہ هن جي مرڪ مقابل ۾ ماڻهوءَ کي هن جو جواب هوندي هئي. منهنجون هن سان ڪچهريون گهٽ ٿينديون هيون ڪڏهن هن جي آفيس تہ ڪڏهن ڪنهن پروگرام ۾، ڪڏهن پريس ڪلب هليو ايندو هو تہ ڪڏهن اسان جي اخباري دفتر ۾. ڪامريڊ غلام رسول سهتو ايندو هو تہ اسان سان ضرور ملندو هو. ڪامريڊ غلام رسول سهتي جي ماني ۽ قيام جو بندوبست ضياءَ پٽيءَ وٽ هوندو هو پر ان سان هادي پٽ بہ گڏ هوندو هو.

سکر جو هڪ اڳوڻو ناميارو وڪيل جيڪو ان وقت هڪ سياسي جماعت سان وابستہ هو، هادي ان جو جونيئر هو. ان وڪيل صاحب آڪٽوبر 1999ع ۾ مشرف جي فوجي ڪوءَ (Military Coup) جي حمايت ڪئي هئي. ٿيو هيئن جو مون کي پنهنجي اخبار مان ان فوجي چڙهائي متعلق سکر مان سروي ڪرڻ جي اسائنمينٽ ملي. هر سياسي جماعت جي اڳواڻ توڙي نام نهاد ساجاه وند (يا سماجي اڳواڻ) ان غير جمهوري قدم جي مخالفت ڪئي پر ان ”نامياري وڪيل“ ان قدم جي حمايت ڪئي. مون سروي جي انترو ۾ لکيو تہ، سکر جي سياسي، سماجي ۽ وڪيل برادريءَ مشرف جي فوجي چڙهائي جي مخالفت ڪري ڇڏي سواءِ نامياري قانوندان...... جي جنهن مشرف جي فوجي چڙهائي واري قدم جي حمايت ڪئي.... خبر ڇپڻ ڪانپوءِ ڄاڻايل نامياري وڪيل جو پارو چڙهي ويو. ان وقت موبائل فون نہ هئي پران نامياري وڪيل مون سان لينڊ لائين تي ڪال هادي پٽ جي ذريعي ڪئي ۽ مون تي باهہ ڪديائين. ڪجهہ ڏيهاڙن ڪانپوءِ هادي پٽ ساڳي مرڪ سان زره بند ٿي مون سان

مليو ۽ چيو ته، امداد تنهنجي رپورٽنگ به صحيح هئي ته انٽرو به صحيح هيو پر اسان جو ناميارو وڪيل.... پنهنجي ئي مُٺ ۾ ترِڪي پيو ته تون ڇا ٿو ڪري سگهين؟

ارمان اٿم جو آخري ڀيرو جڏهن پياري خالد وٽ لڙي شام ڏاري ڪچهري ٿي ته هادي صاحب سان رڳو هٿ مصافحو ٿي سگهيو، ڪچهري نه ٿي سگهي. طبعيت ۾ مزو نه هوس، البته مرڪ اها ئي جوان هيس. سکر جي ننڍڙي دنيا هئي. ننڍڙي صحافتي برادري، ادبي ۽ سياسي برادري... پر زندگيءَ سان ايئن ڀرپور جيئن اياز گُل جي شاعري. وقت پر هر ڪنهن جي ننڍڙي دنيا جا پرخچا اڏائي ڇڏي ٿو.

# هادي پٽ: نينهن جي ناتن جو امين

مشتاق ٽانوري

پنهنجي صحافتي سفر جي شروعات لاءِ بوزدار وڏا کان سکر اسهٽو پيو، سکر ۾ روزاني عبرت جي رپورٽر طور مقرري بعد جڏهن اتي پهتس ته اڪيلائي ۽ ويڳاڻائپ جو احساس ورائي ويو. سکر ۾ ان وقت ممتاز بخاري، شوڪت نوناري ۽ خالد ڀانيڻ منهنجي يونيورسٽي جا دلبر دوست هئا. عبرت ۾ ان وقت رات جون ڪچهريون معمول هيون ۽ ان يادگار ڪچهرين ۾ زندگي جي هر شعبي تي ڪليل نموني سان ويچار ورهائبا هئا علم ۽ ادب جا دفتر کلندا هئا. عبرت جي ان ڪچهرين منهنجي ذهني سطح ۽ سوچ سمجهه کي وسعت ڏني. هڪ ڏينهن پياري جبار مهر ۽ ڪامران شيخ سان گڏ هڪ سادو سودو پر ڏيا رکندڙ ماڻهو ان ڪچهري ۾ شامل ٿيو. ڪچهري دوران سنڌ جي مختلف اشوز تي سندس تز، تيز تجزيو متاثر ڪندڙ هو. مٿان وري لطيف، فيض ۽ اياز جي شاعري..... ڪچهري ۾ واه جو رس اوتيو. ان ڪچهري ۾ وينل مون پنهنجي نئين دوست ڪمال لاشاري کان پڇيو ته هي سائين ڪير آ؟ ته ڪمال جي جواب سائين هادي پٽ بعد مان ساڻس نوڙي پيهر مليس.... ادب جي پڙهندڙ هئڻ ناتي سائين هادي پٽ جو نالو منهنجي لاشعور ۾ موجود هو ياد آيو ته ڌرتي جي وڏي شاعر شيخ اياز به پنهنجي ڪتاب ۾ اهو نالو لکيو آهي هادي پٽ....

ائين ئي هادي پٽ سان سڪ سنگت ۽ نينهن جو ناتو جڙيو. سڪ ۽ سنگت جي سڳي کي مختلف وقتن تي ملي سوربو رهبو هو. عبرت بعد سنڌ ٽي وي نيوز جو حصو بڻجڻ بعد هادي پٽ سان روز جي رابطي وارو سلسلو جڙيو. سنڌ هاءِ ڪورٽ سکر بئنچ ۽ ڊسٽرڪٽ ڪورٽس ۾

هلندڙ ڪيسن بابت خبرن لاءِ هادي ڀٽ سان روز رابطو رهندو هو. هر وقت مسڪرائي ملڻ هادي جي فطرت هئي.

هادي سان ڪچهرين وڏڻ سان گڏ ساڻس هجتون ۽ محبتون به وڏنديون رهيون، هادي سان بلڪ ائين لاڏ ڪبو هو جئين پنهنجي وڏن سان ڪبو آهي ۽ هو به ڪلي منهن ۾ بنا ڪنهن گهنج وجهڻ جي اسانجا آر پورا ڪندو هو. هادي ڀٽ ۽ ابراهيم سارنگ جو اسانجي دوست جبار مهر سان تمام گهڻو انس هو. هفتي ۾ به ٽي ڀيرا جبار جي فوٽو شاپ تي ڪچهري ضرور ٿيندي هئي.

هادي سنڌ پرست هو، سونهن جو سودائي هو ۽ جوانن جي تربيت ۽ سکيا جو اونو هوندو هيس. ان ڪري ئي سندس ويجهي حلقن ۾ نوجوانن جو وڏو انگ شامل هو جنهن جي هادي ڪچهرين ۾ ذهني اوسر ڪندو هو ۽ ڪين ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ماڻهن سان سڪ ۽ پيار جا سبق پڙهائيندو هو. هر ماڻهو جو اهو خيال هوندو هو ته هادي سندس ويجهو دوست آهي اهو سندس خلوص ۽ هر ڪنهن مان ڏيڻ واري طبيعت جو ثبوت آهي.

هادي ڀٽ سان ڪيترين ئي ڪچهريون رهيون جيڪي يادگيرين جو حصو بڻيل هن. مون ڪان اها رات ڪڏهن به نه ٿي وسري سگهي جڏهن منهنجي ملاقات هڪ بئي هادي سان ٿي اهو هادي جيڪو نه وڏو وڪيل هو، نه وڏو سياسي ڪردار هو. اهو هادي اديب هو شاعر هو ۽ عاشق هو. جاويد گهنجيو نياپو ڏنو ته هادي صاحب چيو آهي ته مشتاق ڪي رات منهنجي دفتر وٺي اچجان ڪچهري هڻبي. رات جو هادي جي آفيس وڃڻو هو ۽ شام کان ئي سکر تي بادل برسڻ شروع ٿي ويا نائين وڳي تائين سکر جل ٿل هو سڀ روڊ رستا پاڻي هيٺ .... هادي کي فون ڪيم سائين مينهن وسي پيو آهي ڇا پروگرام آهي ته هادي کلندي چيو قدرت ڪچهري جو ماحول جوڙيو آهي مان گهران نڪتو هان دفتر پهچان پيو جاويد ۽ توهان اچو. مان ۽ جاويد هادي جي آفيس پهتاسين ته هادي چيو

واھ جو ماحول جڙيو آھي گلاس بہ کڙکائبا ۽ اڄ رڳو شاعري تي ڳالھائبو ۽ شاعري ئي پڙھبي. گلاسن ۾ اوتيل دارون جي ڍڪن سان گڏ لطيف، لطيف کانپوءِ اياز، فيض، استاد بخاري، فراز، ادل، اياز گل کان وٺي شوڪت نوناري جي شعرن جي برسات ۽ ٻاھر وسندڙ مينھن ڦڙين صفا مدھوش ڪري ڇڏيو. ان رات ھادي اياز سان گڏ گھاريل گھڙين کي بہ ياد ڪيو تہ جيل ياترا جا قصا ۽ رشيد ڀٽي جون دلچسپ ڳالھيون پڻ شيئر ڪيون. فيض چيو ھو تہ:

آئيـــــي ھـــــات اٹـــــائين ھـــــم بـــــي،
ھـم جنھـنين ڪـوئي رسـم دعـا يـاد نھـين....

فيض وانگر رسم دعا ياد نہ ھجڻ باوجود بہ مون دعا گھري ھئي تہ ھادي سدائين سرھو ۽ خوش رھي.

سنڌ ٽي وي نيٽ ورڪ جي سالگرہ نشريات لاءِ ھادي صاحب کان ڪمينٽ وٺڻ لاءِ سندس آفيس ويس تہ دلبر دوست خالد ٻانيڻ بہ اتي وينو ھو. ڪم پورو ڪرڻ بعد ھادي حڪم ڪيو تہ اڄ ڪچھري ڪبي. پوءِ ھادي جو حڪم ڪير ٽاري. مڌ جي پيالين ۾ ڪچھري جو رس اوتي سپ ڪرڻ شروع ڪيوسين ان ڪچھري ۾ مون ھادي کي شوڪت نوناري جو غزل ٻڌايو:

دل پڄـــي ۽ پـــوءِ نـــہ ٽڪـــرا ميـــڙ تـــون،
پيـــار ڪـــي ڇـــڏ ڳالـــھ بـــي ڪـــا ڇيـــڙ تـــون.
مـــان صـــدين جـــون تھمتـــون ڍوئـــي وتـــان،
وقـــت نلڪـــي ڪـــي تـــہ تـــورو گيـــڙ تـــون.

اھو شعر ھادي کي ايترو وڻيو جو ان وقت اھو پنھنجي موبائيل تي ڪي پيڊ سان ٽائپ ڪري فيس بڪ تي اپلوڊ ڪيائين ۽ جيستائين ڪچھري ھلي اھو شعر ورجائيندو رھيو. اھا ھادي صاحب سان منھنجي آخري ڪچھري ھئي. ان ڪچھري کان 3 مھينا پوءِ منھنجي سنڌ ٽي وي

نيوز جي هيڊ آفيس ۾ رپورٽس ٽائيم پروگرام جي انچارج طور مقرري ٿي ۽ مان سکر کي ڇڏي ڪراچي هليو آيس .

ڪراچي ۾ هادي جي بيمار ٿيڻ جي خبر پئي الاس ساٿس ملاقات ته نه ٿي پر فون تي ٻڌايائين ته طبيعت بهتر آهي هڪ ٻن ڏينهن ۾ سکر وڃبو. ان فون ڪال جي هڪ ڏينهن بعد هادي جي وڇوڙي جي خبر پئي جنهن جيءُ جهوري وڌو. اجان سائين ابراهيم سارنگ جهڙي دلبر جي وڇوڙي جو وڍ ئي نه سهسائي سگهيا هئاسين جو هادي به سنگت جي مرڪن کي سڏڪن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

مون کي چاڙهي چيئن، ويو وڻجارو اوهري....

# هن جي سار نہ وچڙي آهي

## ممتاز بخاري

هادي ڀٽ سان منهنجي هڪ ٻنا ملي جيڪا سڃاڻپ هئي اها سنڌس سياسي ڪارڪن واري هئي. پر جڏهن مان سکر ۾ ’سنڌ‘ اخبار سان ڪم شروع ڪيو تہ اهو ڪيئن ممڪن هو تہ ادبي دنيا سان ڪٽجي رهان. هونئن بہ شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران سکر جي سمورن هم جيڏن اديبن سان دوستي ۽ تعلق پيدا ٿي چڪو هو ۽ سينئرس سان بہ سني شناسائي ٿي چڪي هئي. يونيورسٽيءَ جي ڏينهن دوران ئي هادي ڀٽ سان پري جي دعا سلام هوندي هئي پر سکر ۾ رهڻ دوران سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۽ پروگرامن ۾ ملاقاتون ۽ رهاڻيون ٿيڻ لڳيون. اڳتي هلي ٻيو تعلق صحافي ۽ وڪيل طور بہ هو، ڇو تہ صحافي ۽ وڪيل هڪ ٻئي سان واقعن ۽ خبرن جي حوالي سان جڙيل رهن ٿا. مون سنڌن وڪالت واري اوسر بہ اکين سان ڏٺي تہ ان دوران سنڌس سماجي ڪمن، انساني حقن لاءِ پتوڙڻ وارو ڪم بہ ڏٺو. جيتوڻيڪ ان دوران سکر ۾ اختلافن سبب سنڌي ادبي سنگت جون بہ شاخون ٿي ويون، هادي ڀٽ اسان جي سنگت کان الڳ ٿي ويو پر ادبي ۽ سماجي ڪلچر ۾ گڏ رهياسين. اڳتي هلي هن جون وڪالت واريون سرگرميون وڌي ويون تہ اسان جو ملڻ جلڻ بہ وڌي ويو. آخري ڪجهہ سال تہ هن جي آفيس بہ شاليمار ۾ لڳ ڀڳ منهنجي گهر جي سامهون هئي ۽ اسان جو ملڻ جلڻ ٿيندو هو. اڄان بہ مزي جي ڳالهہ اها تہ جڏهن مان پراڻي سکر ٽانگا اسٽينڊ پرسان ڪرائي جي جڳهہ ۾ رهندو هيس تہ هادي ڀٽ بہ ڪٽنب سميت ڪرائي جي جاءِ ۾ رهندو هو ۽ اهو گهر بہ منهنجي رهائش جي سامهون هو. اسين ڪيئي سال هڪ ٻئي جا پاڙيسري رهياسين.

جمال ناصر ايندو هو تہ اسين وٽس شاليمار واري آفيس ۾ ويندا هئاسين ۽ اسان جون ملاقاتون اجان وڌيڪ ٿينديون هيون ۽ ڊگهيون پڻ. موضوع سياسي ۽ ادبي ئي هوندا هئا. حقيقت اها آهي تہ هادي ڀٽ سنڌ جي ان سياسي ۽ لکندڙ ڪيڊر سان تعلق رکندڙ هو جن جيڪو ڪجهہ ڪيو سپنا اکين ۾ سجائي ڪيو. ڪروڌي ۽ کهري دور ۾ ڪڙيل تاري جيان چمڪندڙ هيو، مهذب اهڙو جو اختلاف بہ محبت سان پريل هوندو هيس. هن ۾ دولت ڪمائڻ جي ڪا بہ هٻڇ نہ هئي، جي پاڻ ناهڻ جي جستجو ڪري ها تہ هو بہ وڏي بنگلي رهندڙ هجي ها، عاليشان آفيس هجيس ها، وڏي گاڏي ۾ گهمي ها. تي سگهي ٿو هن جي خيالن ۾ اهو سڀ ڪجهہ هجي ها پر هن جي دل عام انسان جيان دڙڪندي هئي، ۽ هن جون ڳالهيون انهن بابت ئي هونديون هيون. هو تہ انهن نرم مزاج ماڻهن مان هڪ هو جيڪي سخت مارشل لا آڌو بہ جبل ٻڌجي ويا هئا. اسان جو اهڙن ماڻهن سان نہ پيار ختم ٿي سگهي ٿو ۽ نہ وري ڪين سارڻ بند ڪري ٿا سگهون. سندن عزت ڪندا رهنداسين پوءِ پلين ڪو ڪيئن بہ چوي...دل جي گهراين سان هُو دل گهراين ۾ ئي رهڻو آهي. هن مشڪي مرڪ سندس پڇاڻان بہ موهيندي رهندي. مون ڪي تہ اها آس رهي تہ مان هن جي ڪاوڙ ڏسان، پر سدائين ڪيس مرڪندي يا واري ڪنهن اونهي سوچ ۾ ڏٺو. ڪتابن پڙهڻ جو شوقين رهيو. هن وڪالت بہ پورهيئي واري انداز ۾ ڪئي، شايد ان جو ڪارڻ اهو هو تہ هن پنهنجي ابتدائي سياسي ڪيريئر ۾ عوامي تحريڪ جي مزدور ونگ جو صدر رهيو. پاڙهو بہ واهہ جو هو ۽ وٽس عوامي تحريڪ جي سياست بابت يادگيرين جا بہ وڏا دفتر هئا. عوامي تحريڪ جي ٽٽڻ تي مون ڪيس ڏاڍو ملول ڏٺو. هن جي سچائي اها جو آخر تائين ڪوشش ڪندو رهيو تہ رسول بخش پليجو صاحب ۽ سندس فرزند اياز لطيف پليجو صاحب پاڻ ۾ وري هڪ ٿين. هن جا ايترا تہ دوست ۽ واسطيدار هئا جو هرڪو چئي تہ جيترو هو سندس ويجهو هو اهڙو ڪو بيو بہ نہ. اهڙي خاصيت تمام گهٽ ماڻهن ۾ هوندي آهي. هو تہ بي وقتو هليو ويو پر هن جي سار نہ وڃڻي آهي.

# هادي وڃي هادي سان هڪ ٿيو!

ايڊووڪيٽ انوار خان جاگيراڻي

کهڙي نينهن نناه جو واجهائيندي نه ورو
جيڪو مئي ڪندا ۽ سو جانب ڪريو جيئري

ڪلهه آچر جي ڏينهن ڪم ڪار جي روٽين سان رستي تي ايڊووڪيٽ قربان ملاڻو صاحب سان ملاقات ٿي حسب معمول جي نوڪ جهونڪ ڪان پوءِ پڇيو مانس ته ڪٿي مصروف آهيو؟ چيائين جڏهن ڪان هادي اسپتال داخل ٿيو آهي تڏهن ڪان هڪ ڏينهن ڪراچي ته هڪ ڏينهن سکر. ان دؤران قربان ۽ هادي صاحب جي وچ ۾ کهڙا قرب ونديا هوندا اهو الله پاڪ ئي ڄاڻي ٿو، پر يقينن قرب هوندا. سڀاڻي مطلب ڪلهه سومر واري ڏينهن لاءِ ته، قربان ملاڻي چيو، پوتار! وڃان ٿو هل ته گڏيا هلؤن ملي اچؤن هادي صاحب سان پر اتفاق جو طبعيت ڪلهه ڪان هاءِ بلڊ پريشر جي ڪري منهنجي به صحيح نه رهي ۽ قربان صاحب به هلڪو بخار هجڻ جي ڪري وڃڻ منسوخ ڪرڻو پيو.
پر اڄ صبح سان تمام ڏک جي خبر جڏهن نظرن ڪان گذري دل کي ڏاڍو رنج پهتو.
هادي وڃين هادي سان هڪ ٿيو.
جنهن جي نماز جنازه رات 8 بجي سيشنس ڪورٽ جي لان ۾ ادا ڪئي ويندي.
ڏٽي در دعاڳو آهيون پنهنجي رحمت سان هر ڪمي ڪوتاهي معاف ڪري پنهنجو قرب نصيب ڪري پٽ صاحب کي. آمين!

# جيونَ – ڪهاڻي

## اياز گُل

جڏهن ڪيس پهريون ڀيرو ڏِٺو هئم، هُو هڪ سادو، هڪ ئي دِشا ۾ هلندڙ نوجوان ۽ ٿورو ٿورو جذباتي سياسي ڪارڪُن هيو ۽ اجا سندس ذهن ۾ ساهت جو سَلو نہ نِسريو هيو. هُو اسان واري ادبي سٿَ ڪي پري پري ڪان ئي ڏِسندو هيو. انهن ئي ڏينهن ۾ سندس زندگيءَ جا ڪيترائي وٽندڙ / اٿوٽندڙ واقعا ٿيا، سيني مسئلن ۽ مصيبتُن سان هُن مڙس ٿي مُنهن ڏِنو. هاڻي هُو بنان پُنتي مُڙي ڏِسڻ جي سُرت ۽ ساڃاهَ سان اڳتي وڌي رهيو هيو. لطيف سائينءَ، شيخ اياز ۽ فيض احمد فيض جي شاعريءَ سندس دل ۾ دُونهين دُکائڻ شروع ڪري ڏنو هيو ۽ سندس هٿُ رسول بخش پليجي صاحب جهڙي ڏاهپ جي هٿَ ۾ هيو!

مون وري جڏهن ڪيس ڏِٺو، هُن پڙهڻ، لکڻ، سوچڻ ۽ ڳالهائڻ سِکي ورتو هيو، هاڻي سندس طويل ڀرپور سياسي تقريرُن ۾ بہ ادبي رنگُ هيو. سياسي، ادبي، سماجي ميڙاڪا، ٽي وي چئنلز ٽاڪ شوز، سنڌُ جي جهرَ جهنگ جا سئر سفرَ، ابراهيم جويي صاحب جو مٿي تي شفقت ڀريو هٿُ. ابراهيم سارنگ، سچل، حڪيم، خالد، ساجد شاهہ، جبار، خادم جهڙن سنگي ساٿين جو ساٿُ. سڪرَ ۽ ڀرپاسي جي هر ڪانفرنس، سيمينار، گڏجاڻي، پريس ڪانفرنس، جلسي، جلوس، مظاهري، جنم ڏينهن تقريب ۾ هَڪيو تَڪيو حاضر، گڏوگڏ عدالتُن ۽ ٻاهر رومز جون نہ کُٽندڙ سرگرميون. ”تَتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ..!“. هڪ متحرڪ ڪردار. هاڻي سندس مُنهن تي هر وقت مُرڪون ۽ سيني لاءِ ٻاڪُرن جو ڦهلاءُ هيو، دوستن جي هر ڏُک سُک ۾ ساٿاري. هُن پئسا ڪمايا الائي نہ، پر محبتون ۽ مانُ ڪمائڻ شروع ڪري ڇڏيو هيو. اهو سلسلو هليو تہ هلي ئي پيو!

ڏنم، تہ ھاڻي ھُن ڏُکيا ڏينهن پوئتي ڏِکڻ شروع کيا هئا، خوشحاليءَ سندس گھرَ جو درُ کڙڪايو پئي، پر صحتيابيءَ موڪلائڻ جا سانباھا پئي کيا، مِنو ماڻھو ويو مِنو ٿيندو ۽ پوءِ ڏِنم تہ ھُو ڪراچيءَ جي اسپتال ۾ وڃي ڊاڪٽرن حوالي ٿيو، دارُونءَ ڪان دوائُن تائين وڌَ کٿ جو ھي نئون سفر بہ سولو نہ ھيو، پر سندس حوصلي کي ڪيرُ ماتِ ڏئي ٿي سگھيو؟ سلام، دُعائون، وڌيو پيغامَ. اڳيان ھڪ اَڏول، ھمت ڀريو ماڻھو ئي نظر آيو.

۽ پوءِ ھينئن بہ ڏنم، جيڪو ڏسڻ نہ پئي چاھيم:

وڪيلن، اديبن، صحافيُن ۽ سنگتيُن جون، سکر بار ڀاھران اُداس قطارون، شامِ غريبان - سارون ۽ سنڀارون- ڏُک جي نہ پُڇاڻي آ!...

الائجي ڪيئن؟

ويندي ويندي بہ

اسان وٽ ئي رھجي ويو،

اسان جو دوست ھادي پٽُ!!

# منهنجو معتبر اُستاد

## ايڊووڪيٽ گل فيروز ڪلوڙ

قدرت جي طرفان ٻن قسمن جا انسان آيل آهن هڪ مقرر ۽ ٻيو مقرب انهي ٻنهي انسانن تي ڏانئ ۽ ذات مهربان هوندي آهي منهنجو استاد سينيئر وڪيل هادي بخش پيٽ صاحب استاد سان 8 سالن تائين معنيٰ گهڻو ڪجهه سکيو آهيان اڄ تائين استاد کي جيڪو مان سمجهو آهي هڪ تخليقڪار ذهن رکندڙ هو ائين چوڻ قباحت ناهي ته الله پاڪ طرفان مقرر ٿيل ذهن آهي استاد بهترين سوچ ڪندڙ انسان آهي ۽ سندس تي سکر جي شخصيت ادب جو وڏو نالو جنهن تاريخ تمام گهڻي ڇاڻ رکي ٿو ۽ تاريخ کي سمجهو آهي ۽ منهنجو محسن استاد سائين جي تخليقي صلاحيت اجاگر ڪرڻ ۾ سندس پيءُ جيان شفقت جو سايو رهيو ۽ آهي استاد جو سياسي سفر ڪان پوءِ وڪالت تائين غريبن بي پهچ ماروئڙن لاءِ مسيحي طور ثابت ٿيو غريبن جي دعائن استاد کي وڏيڪ سگهارو ڪيو دوستن لاءِ سر جو سوڊو ڪندڙ استاد سائين هميشه سنگت لاءِ آڏهي مانجهي ائين اٿندو آهي جڻ ته سندس جو پنهنجو ڪم هجي اڳلو هٿيڪو محبت ۾ جڪڙجي دليرانہ طبيعت جو مالڪ آهي سندس تي ڪيترائي ڏکيا وقت آيا پر ماءُ پيءُ جي دعائن سان پار ڪري ويو استاد سائين جو دسترخوان دوستن لاءِ آئي وئي لاءِ ڪشادو رکندو آهي اهو استاد آهي سندس وٽان گهڻو ڪجهه سکڻ وٽان مليو گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ آهي استاد لاءِ لکڻ لاءِ ته گهڻو ڪجهه لکان چو ته سندس زندگي جا اٺ سال گڏ گذريا مون کي آرٽ جي دنيا ۾ هميشه همت ڏياريندو رهيو منهنجي زندگي جي ڪامياٻين ۾ٻہ استاد جو وڏو ڪردار رهيو ڏک ۾ سک ۾ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هليو رب پاڪ استاد کي اجان وڏيڪ ترقي ڏي شال ڏکيو ڏينهن نہ ڏسي وري بہ استاد توکي سالگره جون واڌايون مولا پاڪ توهان کي آباد ڪري آمين

# هادي پيٽ: لطيف جو لاهوتي

## گل شير اوڍ

مون وٽ لفظ ڪونهن، مان ڪيئن لکان ته هادي اسان ڪان وڇڙي ويو. هادي اندر جو اڇو اجرو، لطيف جو لاهوتي شيخ اياز جو ارڏو ڪردار، ملڪ نديم جو انقلابي ارادو هو. هادي ڪو عام انسان نه هو، هو لطيف جو پارڪو ۽ انقلابي جدوجهد جو تسلسل هو، هو رسول بخش پليجو جو شاگرد استاد بخاري جي شاعريءَ جو عاشق هو. مجڻ ۾ ئي نٽو اچي ته هڪ ڏينهن اڳ ۾ وڊيو ۾ دوستن جا ٿورا مڃيندي چئي ٿو ته سياٽي هتان ڪان موڪل ملندي، پر آخري وڊيو ۾ پنهنجي زندگي جو سفر چو ٻڌائي رهيو هو؟ شايد هو سمجهي ويو هو پر اسان نه سمجهي سگهياسون! اسان آخري دفعو فون به نه ڪري سگهياسون. هادي ڪو عام انسان نه هو پر هو عام انسان ۾ هڪ خاص انسان هو. هادي جي زندگي اڄڪلھ جي نوجوانن لاءِ جيڪي ماستري ۽ ڪلارڪي جي لاءِ وڏيرن جي گاڏي جي پنيان ڌڪا تا ڪائيندا وتن انهن جي لاءِ هڪ وڏو مثال هو. ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ شاگرد سياست هيمون جي شهر سکر جي هڪ غريب خاندان مان شروعات ڪئي، منهنجي ملاقات به خيرپور سکر، لطيف يونيورسٽي مان ٿي، نماٽو، شائسته زبان، هر وقت ڪم ۾ مشغول رهڻ وارو نوجوان، ڪڏهن به وڏيرن ۽ لٽيرن جي در تي نوڪري لاءِ نه ويو، حالانڪ ايم آر ڊي جدوجهد ۾ جيل ويو تمام گهڻن ڪرپٽ وڏيرن سان واقفيت ٿي پر ڪنهن جي به در تي نه ويو بلڪ قانون جي ڊگري وٺي ايتري محنت ۽ عزت ڪمائي جو چور وڏيرا به هاديءَ جا سلامي هئا. هادي سنڌ بار جو صدر رهيو، انساني حقن واري تنظيم، عورتن جي حقن جي تنظيم ۾ سرگرم رهيو، هادي تمام گهڻن مسڪين

ماڻهن جي مدد ڪندو هو، هادي ڪڏهن به فيس بڪي شهرت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، هادي لطيف جي شعر ”جان جان هئي جيئري ورچي نہ ويٺي“ وانگر ڪٿي بہ نہ ويٺو، سڀ ڪجھ حاصل ڪرڻ جي باوجود بہ هو هر وقت سنڌ ۽ سنڌ جي مسڪين ماڻهن لاءِ اڻ تڻ ۾ گذاريندو هو. مان ڪيئن لکان تہ هادي اسان ڪان وڇڙي ويو.

سرخ سلام.

# اسان جي معتبر ساٿي هادي پيٽ صاحب کي چند لفظن جي ارپنا

نظير قريشي

ماڻهو سڀ نہ سهڻا، پکي سڀ نہ هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي.
(شاهہ)

دوستو ساٿيو جيئي سنڌ، جيئي لطيف، جيئي لطيف جي ٻولي.

عوامي تحريڪ جي ڪاهوڙي ڪردارن مان هڪ موتيءَ ڏاڻو سچو ۽ کرو انسان محترم هادي پيٽ صاحب جن بہ هئا هر ماڻهو پنهنجو مٽ پاڻ جنهن جو معيار، ماپا، قد، ڪاٺ، سوچ، لوچ، نظريا، عمل، پنهنجي سماج ۽ وقت جي حالتن مطابق گهر، ٻار، خاندان ۽ معاشري جي هلت چلت مطابق دائرن منجهہ فٽ ٺيل هوندا آهن. پر انهن مان چوند ٺيل ڪجهہ فرد تاريخي ڪردارن جيان وڏي واڪ الل اعلان شخصي طرح ٻين کاڻ جيڻ کي پنهنجو مقصد ٻڌائي نوان رستا، دڳ، راهون ۽ واٽون جوڙي نسلن جي بقا جي جنگ جوٽڻ ۾ اڳيرا ٿي ٻين کي آٿت، آسرو، ڏڍ ۽ دلاسو ٻڌجي پاڻ پتوڙي سموري انسانيت پيڙائن مان ڏکن، تڪليفن مان ٻاهر نڪري معاشري ۾ مقصدن جي حاصلات تحت وقت گذاري، وطن ڌرتي ۽ قومن ۾ نئون ويساهہ، اتساهہ جو سبب ٻڌجي جڳ ۾ جڳمگائيندا آهن. ساٿي هادي پيٽ بہ انهن محبتي، پرخلوص قرب ونديندڙ جاندار سڄڻ منجهان هڪ بهترين انسان هو. جنهن پنهنجي حياتيءَ جو هر لمحو هر گهڙي ابوجهہ، بي پهچ، مظلوم پورهيت طبقن کاڻ سچائيءَ وارن جذبن سان جدوجهد ڪندي گذارڻ کي مٿانهين مقام تي رکي پاڻ پتوڙيو. انهيءَ جي موت ۾ ڪيس اسان وانگر نشاني تي رکيو ويو، پر

ڪڏهن به ڪنهن جي اڳيان دانهين تي ٻڙڪ به ٻاهر ڪونه ڪڍيائين. مانيٽي سياءَ جي ڪري هر ڳالهه هر راز پارٽي جو هجي يا دوستن ساٿين جي به اڪيائي جو پنهنجي وجود ۾ جذب ڪري پيهي وڃڻ جو بي بها منجهس وڏو فن هو. سدائين مسئلن کي وڏي ديد دليري ۽ جفاڪشي سان نبيري اهو ثابت ڪري ڏيکاريائين ته: ”تون جي پهڻ پٻ جو ته لڳ به منهنجا لوهه“ 1990 واري ڏهاڪي کان پوءِ ڪجهه عوامي تحريڪ جي ساٿين جا مشهور نالا سر فهرست هئا وشنو مل، هادي ڀٽ، سراج سيال، نورنبي راهوجو، اڪبر مڱڻهار، اوپايو جوٽيجو، عبدالحي ڀٽو، ماما پيرل پاٽو، ماما عارب، محمد علي ٽالپر ۽ ٻيا به گهڻا پارٽي جي پائي جي اڳواڻ طور ليکيا ويندا هئا. جنهن وقت اسان پارٽي جو حصو بڻياسين ته انهن سمورن دوستن کي روبرو سندن صلاحيتن سان ڀرپور حصيدار ڏٺوسين. پارٽي ۽ اڳواڻ سان گڏ ڪلهو ڪلهي ۾ ملهائي هلندڙ ڀينرن جا ٻانهن ٻيلي ڪل وقتي ڪارڪنن وانگر گڏ گڏ جنگ جر لتاڙي ساٿين جي ساٿ سان سوڀون ماڻيونسين. ڪاڇو، ٿر، لاڙ، اتر، سڀ هڪ زنجير جيان جڪڙيل لڳندا هئا. خاص ڪري سکر، شڪارپور، نل، ته جهڙوڪر پارٽي مرڪز محسوس ٿيندا هئا. ڀٽين جي ويڙهي کان وني، ڪڙي عطا محمد کان وري نل. انهن علاقن جا ذميوار ساٿي ڀينرن جا رکوالا سکر هادي ڀٽ. شڪارپور زاهد گهلو، نل محمد نواز ڪنڌراٽي هر ويل هر وقت، هردم تيار. نه بک جو نه ڏک جو نه گرمي جو نه سردي جو احساس، بس رڳي، تن ۾ تونس پرين جي پيان نه ڊاپان وارن اصولن مطابق هلڻو آهي. ڪم ڪرڻو آهي. جشن هجي، ٻالڪ ميلو هجي، ڪالاباغ ڊيم خلاف ٿيندڙ لانگ مارچون هجن يا ڪارو ڪاري جي ڪوڙين رسمن خلاف وڏيرا شاهيءَ سان ويڙهاند ڪرڻ هجي باعمل ياڻرن، ڀينرن جا جتا هر وقت ميدان ۾. وري جڏهن موٽ ڪائڻ جو وقت آيو ته سڀ ساٿي چڙو چڙ تي وڻ جو لتل چوڏو ڪنهن نه اوڏو بڻايا وياسين. ڪوڙن بهتانن جي ور چڙهي غلط رپورٽون ۽ پروپيگنڊا جو ٽارگيٽ بڻجي ڪنهن هلايل

بيحودا الزامن جي پيڙاهہ ۾ پسجي وياسين. سڀ ساٿي انهن عتابن جو شڪار ٿياسين. هادي پيٽ تي بہ اهو لربل لڳو تہ هن جا شمع پٽي سان ٻيا لاڳاپا جڙيل آهن. انهن ڳالهين ۾ مک ڪردار ادا واري ذات زاهدا شيخ هئي. جيئن مون لاءِ چوندڊ ڪري سلهاڙيو ويو ابرار قاضي ڪي. خير جيڪو بہ ٿيو انهيءَ ڪي منهن ڏنوسين. هادي پيٽ بہ پنهنجن اٽل ارادن جي پاسداري ڪندي وڏي وقار ۽ ثابت قدمي سان بنا ڪنهن جهڪڻ ۽ صفائين پيش ڪرڻ جي عوام جي ڀلائي ۽ حقن جي جستجو سدائين پيڙائن. دردن وارن ڪشالن مان اڪري پار ڪرڻ واري وچن ڪي نڀائي سرخرو رهيو. هو هڪ قومي انقلابي سوچ رکندڙ محنتي عروج ۽ زوال کان مٿاهين مرتبي تي رسيل همدرد ۽ سچو ساٿي هو. هر پنڌ، پيچري تي سندس پيرن جا نشان چٽيل هوندا. تحريڪن جو اهم حصو بڻجي. پاڻ مٿان ٿيل وار برداشت ڪرڻ هر ماڻهوَ جو جگر ڪونہ ٿيندو آهي. پر ڏک فقط ٿيندو آهي تہ انهن بي لوث خدمت گارن جو قدر ڪونہ ٿو ٿئي. اسان ماڻهو مت جا موڙهيل حياتيءَ جي پوين ڏينهن ۾ رڳو گذري ويل پلن جون يادون سهڙيندي، جوش، جذبا، ولولا، شوق، سوچون، خيال، اميدون سڀ انهن اجگر پلائن جي حوالي ڪري زنگين جون ڪي يادون ميڙيندي مٽين مٽي جي تحن ۾ ڍبجي ساروٽين جا ديپ ٻاري پوين لاءِ سبق ڇڏي واپس نہ اچڻ واري ڏڳ جا راهي بڻجي ويندا آهيون. يادگيريون سنڀالي رکجانءِ ڪم ايندييون. ڪنهن وچوڙي جي سال ڪم ايندييون.

# مادر مارياس، ڦوڙائي پرينءَ جي

سرور سيف

اکيون اشڪبار آهن ڪيئن لکجي ڇا لکجي هو تہ بلڪل اکين جي اوڏڙو آ اجهو ٿو ڪو لطيف سائين جو من موهيندڙ شعر ٻڌائي. هادي جيڪو مون ڪان گهٽو نديو هو پر مان سندس وڏي عزت ڪندو هوس وڏن جيان ڇو تہ هن ۾ مون سدائين رشيد ڀٽي جي خوشبو ڏٺي هئي جو اڪثر مون کي ملندو بہ ڀٽي جي پاڙي ۾ هو ڀٽي جو پاڙو ڀٽي جي گهٽي سراپا سنڌيت، جنهن جو هر ساڪن سنڌ جو عاشق هو، هادي رشيد ڀٽي جي نظريہ جو پوئلڳ هو سندس زبان تي سدائين سنڌين جي اتحاد سڄاڳي سنڌي هاري جي حالت، سنڌي ماڻهن جون خصلتون سنڌي ماڻهن کي ڪيئن پير مير وڏيري جي شڪنجي مان آجو ڪرائجي سنڌ جي تعليم صحت سماجي ابتري غربت حڪومتن جي بي حسي طبقاتي جدوجهد دنيا جا هاري انقلاب عوامي انقلاب هوندا هئا.

هادي سان منهنجي سڃاڻپ رشيد ڀٽي صاحب ۽ ابراهيم سارنگ ڪري ٿي ابراهيم منهنجو محبوب دوست هو همراز همدم باوجود نظرياتي وچوٽي جي سدائين گڏ ابراهيم عوامي جمهوري انقلاب لاءِ پنهنجون توانايون صرف ڪندڙ ۽ مان قومي جمهوري انقلاب لاءِ هلندڙ پليجو هن جو اڳواڻ ۽ ان وقت ڄام ساقي منهنجو آڳواڻ ٻئي پنهنجي پنهنجي ڳالهہ تي بيٺل باوجود ان جي ٽوڙ ڦوڙ ڪري اسان جا ساٿي هيڏي هوڏي ٿي ويا ليڊر خود ويهجي ويا ڄام ساقي بہ اهو نہ رهيو پر پنهنجو رستو نہ ڇڏيو پنهنجي جدوجهد تي ايمان پختو رهيو تہ اميد بہ هادي ابراهيم سارنگ جو همسفر هو، هادي سدائين مستعد سدائين تحريڪن ۾ صف اول ۾ پنهنجي نظريي جي پرچار جو بہ ڪيس ڏانءُ هو سندس گفتگو شائستہ مدلل جيڪا گهڻن کي گرويده بڻائي ڇڏي، ان

ڪري هن سکر واري علائقي ۾ عوامي تحريڪ کي عام ۾ مقبول ڪيو، ۽ هر محاذ تي رهيو هن ان راهه تي ڪيئي تڪليفون ڏٺيون ”هلندي هوت پنهون ڏي ڪندا لڪ لڱن“ مصداق ڪاهيندو رهيو هلندو رهيو ٽاٽا لاڪپ جيل هن کي جهڪائي نه سگهيا، سکر ۾ جڏهن به ڪا تحريڪ شروع ٿي استادن وڪيلن ڊاڪٽرن نرسن هارين مزدورن شاگردن صحافين جي هادي پهرين پهچندو ۽ پهرين صف ۾ بيهندو ايئن به نه ڏسندو ته انهن جي پٺيان ڪير آهن جدوجهد هن جو ايمان هو.

هادي جا ڪيئي روپ آهن هو ليکڪ به هو س ا س جو ساٿي سنو نقاد مضمونگار انشا پرداز ساڳئي وقت جاڳرتا فورم جو متحرڪ ورڪر عهديدار چيئرمين به ٿي رهيو ڪافي پروگرام ڪرايائين ايل ايل بي ڪري ڪارو ڪوٽ پاتائين هينئين عدالتن ۾ نالو ڪڍي هاءِ ڪورٽ جو وڪيل ٿيو سدائين غريب بي پهچ جو پرجهلو ڪيئي ڪيس غريبن جا ڪٽي انهن کي انصاف ڏياريائين ۽ في بس انهن جون دعائون، ڪيترا منجهيل وڏيرا شاهي جا ستايل اسان وٽس موڪليندا هئاسين خوش ٿي سندن مدد ڪندو هو.

پٺي صاحب سان گڏ سکر مان عاليشان رسالو پرهه ڦٽي شايع ڪرايائين ابراهيم ۽ سچل سان گڏ ڪافي ڪتاب ڇپرايائين خاص طور پٺي صاحب جا ڪتاب هو اڻ ٿڪ ۽ اورچ شخص هو.

منهنجي ساڻس قربت هوئڻ ته گهڻ رخي هئي پر سندس وڏيڪ رخ جنهن جو مان عاشق هوس سو هو سندس شعر گوئي لطيف ۽ شيخ اياز جي شاعري موقعي ۽ مهل سان پڙهڻ جو انداز قدرت کيس سهڻو آواز ۽ دل آويز لهجو عطا ڪيو هو. هو جڏهن به جتي به ڪنهن به محفل ۾ جڏهن لطيف ۽ اياز ٻڌائيندو هو ته مون ڪان سڀ ڪجهه وسري ويندو هو بس مان چاهيندو هوس ته هادي ڳالهائيندو رهي لطيف ۽ اياز ٻڌائيندو رهي ۽ مان ٻڌندو رهان لطيف سائين جي هجي زيرين زبرن سان ادائگي ڪمال جي جو ٻڌنڌڙ سندس سحر ۾ اچي ويندو هو ۽ وري کيس اردو ۾ غالب، فيض ۽ فراز جا به ڪيئي شعر ياد هئا.

هي صوفي مزاج شخص هو مون ڪڏهن به ڪنهنجي شڪوه شڪايت ڪندي نه ڏٺو ڪڏهن به ڪنهنجي گلا غيبت ڪندي نه ٻڌو هو عجز ۽ انڪسار جو مجموعو هو ڪيس پنهنجي پارٽي عوامي تحريڪ جا ڪنهن وقت سنڌ جي تمام وڏي ۽ متحرڪ عوام دوست پارٽي هئي جي ٽوڙ ڦوڙ جو وڏو ڏک هو جنهن جو اظهار به ڪندو رهندو هو تحريڪ کان پاسيرو ته ٿي ويو پر راهه رند تي اٽل بيٺو رهيو منزل تي پهچڻ جي سعي جاري رهي ان وچ ۾ وڏي ۽ ننڍي پليجي جي وچ ۾ پيدا ڪرايل وڇوٽين کي ختم ڪرائڻ جا جتن به ڪيائين پر ٽوڙڻ ٽوڙائڻ وارا ڪٿي ٿا ڳنڍڻ ڏين.

هادي جو اوچتو وڇوڙو جڻ بم ٿي ڪريو هر ماڻهو اچرج ۾ آيو خوش خورم پنهنجي پيرَ جو آپريشن ڪرائڻ ويندڙ هادي ايئن اسان کان موڪلائي ويندو ڪنهن کي به اعتبار نٿو اچي مرڪندو جيئي لطيف چئي ويو سدا جيئن مرڪندي هٿ جوڙ ڪندي جڻ چوندو ويو.

جيئي سنڌ جيئي سنڌي عوام جيئي لطيف

هادي سائين آلين اکين سان بس توکي ياد ڪري چئون ٿا.

جيئي لطيف سدا جيئي لطيف

# هادي پيٽ، ڏهوٽ اوطاق ۾ لاڙ جو سفر

زاهد ڏهوٽ

هادي صاحب سان يادن جا ڪيترائي سلسلا جڙيل آهن، فيصلو ڪرڻ ۾ مشڪل پيو ٿئي ته ڇا تي لکجي، هادي صاحب هڪ وڪيل، قومي ڪارڪن، سماجي اڳواڻ، وڪيل اڳواڻ، هادي صاحب هڪ صُوفي، شاهه جو پارکو، شيخ اياز جو ساٿي، همدرد دوست، شفيق رهبر يا سيلاني رُوح.

انهن سيني پهلوئن تي شايد ٻيا دوست ته لکندا ان ڪري مان فقط سائين جن جو ڏهوٽ اوطاق سان تعلق ۽ انهن سان ڪيل هڪ سفر جو احوال لکندس ته جيئن قارعين سان ذاتي نوعيت جا تجربا شيئر ڪري سگهان.

هادي پيٽ صاحب کي اسان هادي صاحب چئي پڪاريندا آهيون ۽ هادي صاحب جي اسان جي وڏي ڀاءُ ادا خادم سان ويجهڙائپ سبب اسان کي به سائينءَ سان ويجهڙائپ جو موقعو مليو، هونئن ته منهنجي وڪالت جي انٽيميشن به هادي صاحب جي معرفت ويل هئي، ان سلسلي ۾ به سائين جن سان واسطو رهيو پر پريڪٽس نه ڪرڻ سبب پروفيشنل تعلق گهٽو پختو نه ٿي سگهيو پر ذاتي تعلق تمام گهرو رهيو.

هادي صاحب جي مهرباني هئي ته جڏهن به خيرپور اچبو يا خيرپور مان گذر ٿيندو ته ادا خادم وٽ اوطاق تي ضرور اچبو ۽ خاص ڪري موڪل واري ڏينهن سائين سيڙجي ايندا هيا ۽ ڏکهي ڪچهري ٿيندي هئي، سائين جڏهن سکر مان نڪرندا هيا ته فون ڪري اطلاع ڪندا هيا ۽ چانورن جي ماني، لسي ۾ تريل پيندين يا پٽاٽن جي خاص فرمائش ڪندا هيا. بس پوءِ ڪچهرين جا ڏگها دور، بحث مباحثا ۽ ڏي وٺ هوندي هئي، اسان پاسي ڪان وينا فيض حاصل ڪندا هياسين.

ڏهوٽ اوطاق تي ٿيل به تجربا شايد مونکان ڪڏهن نه وسرندا ۽ هن لکڻ جو مقصد به توهان سان انهن واقعن جو اکين ڏٺو احوال اورڻو آهي.

حسبِ معمول، موڪل جو ڏينهن هيو، گرمي جي موسم هئي، لسي پيئندين جو دور تي چُڪو هيو، هادي صاحب جن کٽ تي ويهاٽي کي ٽيل ڏئي اهليا پيا هيا، کٽ سامهون هڪ پاسي کان ادا خادم ۽ ٻئي پاسي کان مان وينل هيس ۽ ڪچهري هلندڙ هئي. ڪچهري هلندي ئي هادي صاحب ادا خادم کان هڪ سوال پڇيو ۽ ادا ان جي جواب ۾ ڳالهائڻ شُروع ڪيو، ادا ڳالهائيندو رهيو ۽ هادي صاحب ٻُڌندو رهيو ڳالهه هلندڙ ئي هُئي تان جو هادي صاحب اوچگاريون ڏئي روئڻ شروع تي ويو، اوچتو ئي اها ڪيفيت ڏسي مان تہ ڏاڍو پريشان تي ويس ۽ اُتي ويهه رهيس، ادا خادم سُري اچي هادي صاحب جي پر ۾ وينو ۽ ان کي ڀاڪر ۾ پري وڏائين پر هادي صاحب جي نيٽن جا بند اهڙا جو ٽُٽا جو بند ٽيڻ جو نالو ئي نہ ونن، ڪجھ دير بعد جڏهن هادي صاحب پاڻ سنڀاليو تہ ادا خادم کي ڀاڪر ۾ وجهي ان جي پيشاني چمڻ لڳو ۽ ڪمال آ! ڪمال آ! جا لفظ چيائين. اها جيڪا ڪيفيت هئي مان ڪوشش جي باوجود ان کي حقيقي طرح سان بيان ڪرڻ کان قاصر آهيان پر حقيقت اها آهي تہ اها ڪيفيت لکڻ يا پڙهڻ سان محسوس ڪري ئي نٿي سگهجي. هاٽي بہ اهو سين مونکي ياد ايندو آهي تہ لڱ ڪاندارجي وينداآهن، وجد جي ڪيفيت هئي، بيوسي ۽ ضبط کان ٻاهر جي ڪيفيت هئي. گهٽ ۾ گهٽ مان پنهنجي زندگي ۾ ڪنهن شخص کي ان ڪيفيت ۾ هڪ دفعو ئي ڏٺو آ.

ڏهوٽ اوطاق جو ئي ٻيو قصو بہ دلچسپ آهي، ڊسمبر 2018 ۾ منهنجي ننڍڙي جي سنت طهر جو مختصر پروگرام سٽيل هيو، ماني کان بعد راڳ رنگ ٿيو ۽ رات جو 12 بجي تائين محفل برخاست ٿي، وڃڻ وارا دوست هليا ويا، رهڻ وارا مهمان سُمهڻ جي تياري ۾ لڳي ويا مان هنڌ بستري جي خفي ۾ لڳي ويس پر هادي صاحب ۽ ادا خادم پنڊال ۾ ئي ٻاهه جي مچ تي وينا رهيا ۽ ڪچهري هلندي رهي، مان بہ ڪجھ دير سائين جي ڪچهري ۾ وينس ۽ گهمندي ڦرندي رات جا 3 ٿي ويا تہ مان اُتي اوطاق تي ئي پاسو وٺي سُمهي رهيس. منهنجي حيرت جي انتها

ان وقت نہ رهي جڏهن صبح جو مان سوڙ مان منهن ڪڍيس تہ ٻئي ڄڻا انهن ئي ڪرسين تي ساڳي پوزيشن ۾ ويٺا آهن، ٻاهر ٻري رهي آهي ۽ هٿن ۾ چانهہ جا ڪوپ اٿن ۽ دنيا کان لاتعلق ٻٽيا ڪچهري ۾ لڳا پيا آهن. مان ويسوري ۾ پئجي ويس تہ هڻ پيٽا سڄي رات گذري وئي پر همراهن جي ڪچهري نٽي ڪُٽي! اهو احوال تہ ادا خادم ڏيندو تہ ڪچهري جو موضوع ڇا هيو پر ڪو ماڻهو اهڙي ڪچهري بہ ڪري سگهي ٿو اها وڏي ڳالهہ آهي.

ڏهوٺ اوطاق ۾ هادي صاحب جا تہ اجان ڪيترا ئي قصا آهن پر انهن کي اتي ئي محدود ڪجي ٿو ۽ ذڪر ڪجي ٿو هڪ چونڊ سفر جو جيڪو هادي صاحب سان گڏ ڪيوسين، سفر تہ گهڻا ئي ڪياسين، هر سفر تي ڪتاب لکجي سگهجي ٿو پر هتي صرف لاڙ جي سفر سان وابسطہ ساروڻيون ساريون ٿا.

هادي صاحب، ادا خادم، گُل فيروز ڪلوڙ ۽ مان لاڙ جي سفر تي نڪتاسين، سفر جون ٻيون ڳالهيون ڇڏي هادي صاحب جي سماجي حلقي تي فوڪس ڪيون ٿا تہ هڪ ماڻهون ايڏا تعلق ۽ دوستيون ڪيئن سنڀالي ۽ هلائي ٿو. هادي صاحب ۽ گُل فيروز سکر کان پهتا، ادا خادم ۽ مان انتظار ۾ هياسين، سفر جو سامان ساڻ ڪري الله طوهار ڪئي سين، نيشنل هائي وي کان سفر شروع ڪيوسين، خيرپور جون حدُود ختم ٿيڻ واريون هيون تہ هادي صاحب نوشهروفيروز جي ڪنهن دوست کي فون ڪئي تہ اسان اچون پيا جي واندڪائي آهي تہ ملجي، دوست معذرت ڪئي تہ هو شهر کان ٻاهر آهي جي موجود هجي ها تہ واہ جي ڪچهري ڪجي ها پر اُن دوست زور ڀريو تہ شهر جو ڪو پمپ هيو اُتي ان جو ماڻهو ويٺو هوندو ان سان ضرور ملندا وڃجو، اسان جڏهن ڏسيل پمپ تي پهتاسين تہ هڪ نوجوان انتظار ۾ ويٺو هيو، تعارف ڪانپوءِ بہ ٽي ٿيلهيون گاڏي ۾ رکندي چيائين تہ صاحب جو حڪم آهي، منرل واٽر جون بوتلون، فروٽ ۽ بسڪٽ وغيره هيا، هلو خير سفر اڳتي وڌيو تہ

هادي صاحب پنهنجي پراڻي قومي دوست کي ڪال ڪئي تہ رستي تي ئي ياڪر پائجي ۽ موري شهر ۾ ڪنهن اسٽاپ تي ملڻ جو طئي ٿيو، پهتاسين، دوست سان ملياسين ۽ باوجود اسان جي انڪار جي زوري هوٽل تي وٺي هليو ۽ پُرتڪلف ماني ڪارايائين. وڏي ڪچهري ٿي، ايم آر ڊي کان ويندي پليجي صاحب کان ٿيندي موجوده سياست تي بحث اختتام پذير ٿيو تہ سامي سفر هليا.
مٺياري شهر کان پهريان مٺياري شگر مل وارو رستو ورتوسين جيڪو مختلف ڳوٺن کان ٿيندو ٽنڊوالهيار نڪري ٿو، هادي صاحب ٻڌائيندو هليو تہ انهن ڳوٺن ۾ هو ايندو رهيو آهي ۽ عوامي تحريڪ سان وابستگي دوران ڪافي ڳوٺن ۾ رهيو بہ آهي، اتان جي پراڻن دوستن سان رابطو ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪئي پر مختلف سبب جي ڪري ڪنهن سان بہ رابطو ٿي نہ سگهيو ۽ ائين ئي اسين ٽنڊوالهيار پهچي وياسين ۽ پهچندي ئي هادي صاحب علي پلھ کي ڪال ڪئي جيڪو وري ان وقت ڪنهن ڪم سانگي سکر ويل هيو، سلام دعا ٿي هُن بنگلي تي رهڻ ۽ خدمت چاڪري جي صلاح ڪئي پر اسان معذرت ڪندي اڳتي وڌياسين.
ميرپورخاص ۾ واجد لغاري اڳ ئي انتظار ۾ هيو جتي وري هادي صاحب جا وڪيل دوست بہ اچي ويا واه واه ٿي وئي ٺهڪڙا پئجي ويا. اتان مس اٿياسين تہ ٻيا ڪامريڊ دڳ جهليون بيٺا هيا، انهن سان چانھ جي چسڪي وٺي عمرڪوٽ جو رستو ورتوسين ۽ اتي ئي رات ترسياسين. صبح سان ناشتو ڪري هادي صاحب فون ڦرايا ۽ سنگت سان عمرڪوٽ بار ۾ ملڻ جو پروگرام ٺهيو، بار پهتاسين، سنگت انتظار ۾ هئي، اجرڪن جا تحفا مليا، خدمت چاڪري ۽ ڪچهري بہ ٿي. تر جي هڪ وڏي زميندار وٽ رات جي ماني جو پروگرام ٺهيو، پُرتڪلف ماني ۽ شهر جي معززين سان ڪچهري بہ ٿي.
عمرڪوٽ جي ياترا پوري ڪري بدين طرف هلڻ جو ارادو سٽيوسين. جڏهن جهُڏو پهتاسين تہ هادي صاحب شاعر ايوب کوسو سان

ملاقات لاءِ رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر رابطو ٿي نہ سگهيو. بدين ۾ سائين ڪنهن دوست کي فون ڪئي تہ اسان اچون پيا، ڪچهري ڪبي، بدين ۾ عجيب وارتا ٿي، هادي صاحب جي بدين پهچڻ جي خبر جهنگ جي باهہ جيان بدين ۾ ڦيلجي وئي، فونن جا تڙڪا هيا تہ سائين ڪٿي آهيو؟ اسان وٽ اچو يا اسان اچون پيا، بهرحال بدين ۾ ميڙا مچي ويا، ڪٿي چانهہ، ڪٿي ماني، ڪٿي بس هٿ ٻڌي جان پئي ڇڏائي سين. راهوڪي ۾ شهيد فاضل راهو جي مزار تي حاضري ڀري سين، اتي بہ ڪافي سنگت سان ملاقات ٿي، رات اچي مڪلي ۾ ٽياسين، جتي اڳ ئي بندوبست ٿيل هيو، ڪچهريون بہ خوب ٿيون. اڳلي ڏينهن تي جُنگشاهي طرف روانا ٿياسين، سائين رسول بخش پليجو جي آخري آرام گاہ تي حاضري ڀري سين، سلام ڪيو سين، اتي بہ ڪافي دوست ملي ويا، حال احوال بہ خوب ٿيا.

چوڻ جو مقصد تہ هر شهر ۾ هادي صاحب جا دوست، واسطي وارا ماڻهو موجود هيا، جيڪو ماڻهو ملي پيو پنهنجائپ ۽ خوشي سان پيو ملي. ايڏن ماڻهن سان واسطو رکڻ، تعلق سنڀالڻ ۽ نڀائڻ اها وڏي ڳالهہ آهي جيڪا هادي صاحب ۾ موجود هئي.

حقيقت بہ اها ئي آهي تہ هادي صاحب ڪمايو بہ اهو ئي هيو، هُن جي ڪمائي هن جا دوست هيا، هُن عزت ناهي هئي جيڪا ماڻهو دل سان هادي صاحب جي ڪندا هيا. هادي صاحب تمام وڏو ماڻهو هيو.

# شيخ اياز جو عاشق

ادل سومرو

پيارو هادي ڀٽ، هو. جڏهن بہ تقرير ڪندو هو تہ ڀٽائيءَ ۽ شيخ اياز جا بيت پڙهندو هو. شيخ اياز جي هن فڪر وانگر:

مــوت تي ڪهڙي ميار
جيـئڻ اچي، جاتي اچي
ڳالـهہ آهي زندگيءَ جي
تــوڙ تـائيـن مجُ نہ هار

هادي ڀٽ، توڙ تائين هار نہ مڃي. پنهنجن نظرين ۽ آدرشن سان سلهاڙيل رهيو. سماج جي ڏتڙيل ۽ مظلوم طبقن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندو رهيو.

هو ديس جي محبت سرشار اهڙو آرٽسٽ هو، جنهن جي هٿ مان اوچتو ستار ڪري پئي.

اوچتو پونـدئي ڪـري
هٿ مــان وڄندي ستار.

# هادي جي جدوجهد هميشه ياد رکي ويندي

جان جان هئي جيئري ورچي نہ ويني
وجي پوڻ پيني، سڪندين کي سڄڻين
شاهہ

محترم هادي بخش پيٽ صاحب جي اوچتي وچوڙي سچ پچ اسان جو جيءُ جهوري ڇڏيو آهي، هادي بخش پيٽ صاحب نہ رڳو هڪ ناميارو وڪيل پر سنڌ ڌرتي جو هڪ سلجهيل، خادم ۽ سياڻو ڪردار رکڻ وارو املهہ انسان هيو جنهن پنهنجي سموري زندگي سنڌي عوام جي حقن جي حاصلات جي جدوجهد ۾ پاڻ ملهايو. سائين جن جي تربيت سنڌ ۽ ايشيا جي عظيم ڏاهي محترم رسول بخش پليجو صاحب جي پارٽي عوامي تحريڪ ۾ انتهائي سرگرم ۽ متحرڪ رهندي ٿي هئي. سائين سان هڪ ساٿي، همدرد ۽ قومي درد ۽ سياڻُ رکندڙ محسن ياءُ طور اسان جو رشتو هيو سائين سان جڏهن بہ ملندا هئاسون تہ پرخلوص پرجوش ۽ تازو تواني نظر ايندو هو ۽ ڪڏهن بہ سائين جي چهري تي مايوسي ۽ نااميدي نہ هئي هادي سائين جي جسماني طور جدا ٿيڻ جو خال رهندو پر سائين جن جي جدوجهد ۽ عوام لاءِ ڪيل اڻٿڪ جدوجهد هميشہ ياد رکي ويندي ۽ اسين سندس جي ڪيل جدوجهد ۽ ناماري ڪردار کي سرخ سلام پيش ڪريون ٿا.

**ساجد حسين مهيسر ايڊووڪيٽ**
جنرل سيڪريٽري
هاءِ ڪورٽ بار ايسوسيئيشن لاڙڪاڻو
عوامي تحريڪ مرڪز

# سنڌ جو سچو عاشق

جان محمد مهر

محترم هادي بخش پٽ صاحب سنڌ جو سچو عاشق، يگانو ڪردار هو. جنهن پنهنجي سڄي عمر جدوجهد ۾ گذاري، صاف ڪردار جي مالڪ انتهائي نفيس شخصيت جي مالڪ هادي پٽ، سنڌ ۽ سنڌ واسين سان سدائين پيار ڪيو ۽ انهن جي حقن جي حاصلات لاءِ پنهنجي وت ۽ وس آهر ڪوشش ڪئي. ادب، سياست توڙي سماجي خدمتن ۾ هادي پٽ جو ڪردار انتهائي سرگرم هو.

هن وڪالت جي شعبي ۾ به پاڻ ملهايو ته سياست ڪي به عبادت ۽ وطن سان محبت طور اپنايو.

هادي پٽ هڪ تاريخ ساز ۽ وسرندڙ شخصيت آهي، جنهن کي هميشه ياد رکيو ويندو.

# سنڌ جو هڪ بهادر پٽ

ڊاڪٽر محمد عثمان

اڄ سنڌ جي هڪ بهادر پٽ سائين هادي پٽ جي دعا تي سندس پونيئرن سان تعزيت ڪئي، ڊاڪٽر عبدالواحد عباسي صدر پي ايم اي سکر ۽ انجنيئر فراز عثمان ماڪو(سابق چيئرمين يونين ڪائونسل 20) سان گڏ حاضر ٿيس.

سائين هادي صاحب هڪ ارڏو انسان هو جنهن سدائين سنڌ جي حقن لاءِ ۽ هر هڪ برنڊڙ مسئلي ڪي سدائين پنهنجو سگهارو آواز اٿاريندو رهيو.

بنيادي انساني حق هجن، ڪارو ڪاري مسئلو هجي، سنڌ جي ڊوميسائيلن جو مسئلو هجي، هر وقت دوستن سان گڏ هر مسئلي ۾ اڳيرو هوندو هو. هن پنهنجي مٽان سنڌ جو قرض لاهي ڇڏيو.

اميد ته سندس پونيئر به سندس ڪنيل مشن کي اڳتي وڌائيندا رهندا. اها دعا ڪرڻ ته خدا کيس جنت نصيب ڪندو منهنجي لاءِ اجائي آهي مون کي پڪ آهي ته هن جا درجات تمام بلند رهندا.

# محفل مزاج انسان

جا يــون پيــرين مــون، سـا پـون متــي سـڄڻين
ڏڳ لـــٽـــبــــا ڏوڙ ۾، ايــــــــي ڏناســـــون
ڏيـــنهن مڙئـــي ڏون، اُتـــي لــــوچ لطيــف چئـــي

ساٿي هادي ڀٽ منهنجو تنظيمي ساٿي رهيو ساٿس ايم آر ڊي تحريڪ جي جدوجهد ۾ سکر سينٽرل جيل ۾ چار مهينا سورنهن ڏينهن عوامي تحريڪ جي پليٽ فارم تي گڏ رهياسين. ساٿي ترقي پسند سوچ ۽ لطيف جو پارکو ليکيو ويندو، ساٿس جيئي لطيف ۽ تنظيمي اسٽيڊي سرکل ۾ سياسي پڙهائي ۾ گڏ هيس، ساٿي وسيع، نظر بين الاقوامي سياسي سوچ رکندڙ چيڙالو جٽادار ۽ محفل مزاج انسان هو.

محترم قائد انقلاب رسول بخش پليجي جي رهبري ۾ ساٿس گڏ رهيو گهڻ رخو انسان هيو سنڌ ۾ هر قومي طبقاتي ۽ سماجي جدوجهد جو سپهه سالار هو ۽ بهترين صف ۾ ڪمانڊر ان چيف وارو ڪردار ادا ڪندو رهيو.

ڪامريڊ راڄا جسڪاڻي
ڪامريڊ غلام عباس ڪلادي
ڪامريڊ لاهوتي
عوامي تحريڪ ضلع خيرپور

# ڪاهوڙي انسان هادي بخش پيٽ

امير گل ڪٽوهر

محض جسماني بيهڪ، قد ڪاٺ ڪي پيمانو بڻائي دنيا اندر سونهن جو ڪاٿو لڳائيندا‌سين ته تمام ٿورا حسين انسان ئي اسان کي ملي سگهندا. حقيقت ۾ سونهن جي پرک جا ڪيئي اهڃاڻ آهن: لکاري، سريلي آواز جو مالڪ، دل کي ڇهندڙ شاعري ڪندڙ، ڊانسر، اداڪار ۽ اداڪارائون، مصور، عالم، ڏاها، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ تي عبور رکندڙ، سماجي ۽ سياسي پرچار ڪم فلسفي وغيره کي دنيا جي حسين انسانن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي.

منهنجي خيال ۾ حسين ماڻهن جي پرک جو هڪ اهم اهڃاڻ هي به آهي ته اهو ماڻهون جيڪو ٻين پاڻ جهڙن انسانن سان پنهنجائپ وارا، رواداريءَ وارا، برابريءَ وارا رويا رکي ٿو. اهو جيڪو ٻين جي تڪليفن تي پاڻ تڙپي اٿي ٿو. اهو جيڪو چاهي ٿو ته هن ڌرتيءَ جي گولي تي ڪوبه بکيو، ڏکيو نه رهي، فطرت پاران مليل سمورن وسلين تي سڀني ساهوارن جو حق آهي ۽ ڪين اهو ملڻ گهرجي ۽ پنهنجن اهڙن سوچن تي پاڻ عملي نمونې هلندي ٻين کي پڻ ساڳين گسن تي هلڻ جا ڏس پتا ڏئي ٿو.

غريب گهراڻي ۾ جنم ورتل سائين هادي بخش پيٽ اهڙن انسانن منجهاران هڪ آهن، شاگرديءَ واري دؤر کان وٺي وڪالت جي اوج وارن ڏهاڙن تائين هو جهيڙيندو رهيو آهي، ڪڏهن پلجي به ورچي ناهي وينو. جو دم غافل سو دم ڪافر جيان هاديءَ پنهنجي زندگيءَ جي هر گهڙي کي ڪو نانءُ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، لاشڪ هي شخص پوري ڄمار سنڌ وطن ۽ پوري دنيا جي مظلوم ماڻهن لاءِ بنا ساهيءَ جي وڙهندو

رهيو آهي. مون اڪثر مشاهدو ڪيو آهي تہ اسان جا ڪيترائي ڏسٽا وائسٽا ماڻهو چڱائيءَ جي ڪمن کان پري رهڻ جا ڪيئي سبب گهڙي دوستن کي مطمئين ڪرڻ ۽ پنهنجي دل کي آٿت ڏيڻ جون ڪوڙيون ڪوششون ڪندا رهندا آهن. مثال طور غربت، اٿهوند، مثبت ماحول جو نہ هجڻ وغيره ان قسم جي يارن جو خيال هوندو آهي تہ ڪين ڪارائي پياري، مچي مواڙ ڪرائي اسٽيج سينگاري، وڏي پروٽوڪول ۽ عزت وَ احترام سان عرض ڪجي تہ بابلا هاڻي اچي وارو وڄاءِ! انهن جي پيٽ ۾ جيڪي اندران ۽ ٻاهريان سچا انسان هوندا آهن اهي ڪو جواز گهڙڻ بنا خاموشيءَ سان ظلم خلاف پنهنجي وس ۽ وت آهر دونهڙيون دکايو پيا هلندا آهن. جيڪڏهن غربت جي ڳالهہ ڪجي تہ پوءِ اسان جي سٽ ۾ هادي بخش پٽ کان وڌيڪ غريب ڪير هوندو؟ مان ڪنهن حد تائين هادي بخش پٽ جي زندگيءَ ۾ مليل دکن دردن جو ساٿي آهيان. هڪ غريب گڏهہ گاڏو هلائيندڙ جي گهر ۾ پيدا ٿي زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ شامل ٿي ڪري پوري ايمانداري ۽ سچائيءَ سان اڳتي وڌڻ ڪا مشڪري ناهي هوندي، پري کان بيهي تماشو ڏسڻ ۽ ڪمينٽري ڪرڻ سولي ڳالهہ آهي پر آرهڙ جي ڏينهن ۾ ڏامر هاريل روڊن تي ننگي پير هلڻ جي سنگيني جو ادارڪ نہ صرف ۽ صرف راهي کي هوندو آهي ۽ هادي جي گهر کان جيڪي بہ چارا نڪرن ٿا ان قسم جا ئي آهن. جيڪڏهن ڪنهن بہ يار دوست کي هن ڪاهوڙي ۽ جاکوڙيءَ دوست جي جدوجهد جي ساک وٺڻي هجي تہ هو سکر جي روڊن، رستن، چوراهن، ائير ڪنڊيشن هوٽلن جي هلندڙ چويارين کان وٺي سينٽرل جيل جي اونداهين ڪال ڪوٺڙين کان وڃي پڇي ڪيس وافر انداز ۾ جواب ملي ويندا. زماني جي ستم ظريفين، غربت جي اوکين راهن تي هلندي بہ اهو شانت رهيو آهي ۽ چاليهن سالن جي رفاقت ۾ مون ڪڏهن بہ سائين هادي بخش پٽ کي شڪايت ڪندي نہ ٻڌو آهي. ڪڏهن پلجي بہ هُن دوستن يا نجي محفلن ۾ ان قسم جو ذڪر ناهي ڪيو. ڊاڪٽر ممتاز پٽ جهڙي محبتي انسان

جي وچوڙي ڪيس ڪيترو تڙپايو هوندو، اها خبر تہ ڪيس ئي هوندي، مٿن مائٽن، پائرن ۽ پٽن جي اجاين سجاين ڦٽن ڦرڙن ڪي جنهن نموني هاديءَ منهن ڏنو آهي اهو ڪنهن مون جهڙي عام ماڻهون جي وس جي ڳالهہ ناهي. هادي ٻاهريون جيترو شانت نظر ايندو آهي، اندر سندس اوتروئي زخمي آهي، ڳوڙها اکين جا هجن يا دل مان ڳڙندڙ رت ڦڙا هادي پيٽ انهن کي پنهنجي وجود جو حصو سمجهي پنهنجي سيني تي ئي سنو آهي، ڪيس دل جا دورا ۽ شگر جي بيماري ڪا هرو پرو تہ ناهي لڳي! پر سمورين بيمارين، اهنجاين، مشڪلاتن، رڪاوٽن هوندي بہ هادي بخش پيٽ جيڪو وچن ويڙهيچن سان ڪيو هو، پنهنجي نينهن جو ناتو پنهنجي مارو‌ئڙن سان جوڙيو هو تہ انهن ڪنڊن پريل رستي تي هلندو رهي ٿو، پير پٿون، دامن تار تار ٿيندي ڪڏهن بہ پنهنجي ان فيصلي تي پڇتايو نہ ئي ڪا شڪايت ڪئي اٿس، هو سدائين چوندو رهندو آهي تہ:

جي لـــوڻ لڳين لاهيــــــــن، چيري چيري چم،
مون ڪر اڳ نہ ڪـــــــيو اهڙو ڪوجهو ڪم،
جان جان دعويٰ دم، تان تان پرت پنهوارن سين.

هادي بخش پيٽ ۾ جيڪي انيڪ خوبيون آهن، انهن مان هڪ هيءَ بہ آهي تہ هو ڪوشش ڪري هر دوست جي ڏک يا سک، خوشي توڙي غمي وارن ساعتن ۾ ساڻن ساٿ نڀائيندو رهندو آهي. عوامي ڀلائي جي هر پروگرام ۾ شرڪت ڪرڻ ۾ ڪوبہ عار محسوس ناهي ڪندو. هادي بخش حياتي ۾ ذاتي لالچ، لوڀ کي پاسيرو رکي سچائيءَ ۽ خلوص سندي ماڻهن ۽ سچي انسان ذات سان محبت جا هوڪا ڏيندو رهيو آهي، کي خوبيون ماڻهون عالم قسم جي انسانن سان گڏ رهڻ ڪري اپنائيندو آهي. ان معاملي ۾ هادي بخش پيٽ وڏو خوشنصيب انسان رهيو آهي. سکر ۾ رهندي سندس لاڳاپا عظيم ڪوي شيخ اياز سان رهيا،

رشيد ڀٽيءَ جي ته هو جهڙوڪر گهر جو ڀاتي هيو، نظام بلوچ جهڙي ارڏي انسان ۽ ڪامياب وڪيل جو هو اسسٽنٽ ٿي رهيو، محترم رسول بخش پليجي صاحب سان نه رڳو سندس سياسي وابستگيون رهيون پر وڪالت جا پهريان سبق به هادي سائين پليجي صاحب کان سکيا، حيدرآباد ۾ رهندي هادي سنڌ جي وڏي ڏاهي ۽ استاد سائين محمد ابراهيم جويو صاحب جي انتهائي ويجهو رهيو.

هادي بخش پٽ اسان جي سماج اندر هڪ مثالي ماڻهون آهي، جنهن تي دوستن کي ڳالهائڻ گهرجي ته جيئن هن جهڙن ڀين غربت ۽ مسڪينيءَ جي ڀنور ۾ ڦاٿل نوجوانن کي اتساهه ملي سگهي. جيڪڏهن جذبو ۽ جنون هجي ته ڪابه ڳالهه ناممڪن ناهي، انسان پنهنجي تي اچي ته هر ڪم سرانجام ڏئي سگهي ٿو، ائين نه هجي ها ته گڏهه گاڏي کان ڪوري ڪار تائين، نئين پنڊ جي ڳلين کان ڊسٽرڪٽ بار ايسوسيئيشن جي صدارت تائين وارو سفر ممڪن ئي نه هجي ها.

منهنجو سکر سان ناتو چاليهارو سالن کان مٿي تي محيط آهي، هي هڪ بي وفا شهر آهي، جتي ماڻهن جو ڪال آهي، سائين حڪم زنگيجو سنڌ جي ڪن شهرن لاءِ چوندو آهي ته اهي ڪوفي جا شهر آهن، جت مظلومن جي داد رسي لاءِ ڪوبه ناهي ايندو، گهٽا ٽٽا ڀين جي دانهن ڪوڪن کي ٻڌڻ بدران ڪنن ۾ چيچون وجهي منهن ٻئي پاسي ڪري رمندا رهندا آهن، هو سکر کي به انهن ۾ ڳڻائيندو آهي، منهنجا ڪيئي ڏسٽا واسٽا ڪليگ آهن، جن سان ڏهاڪن کان گڏ ڪم پيو ڪيان، مون ڪيئي قربانيون انهن جي لاءِ ڏنيون هونديون، پر افسوس ته انهن مان چند محبوب دوستن کي ڇڏي باقي جيڪي مليا سي سڀ واپاري هيا نج ٻج، اندران ٻاهران بي حس، خود غرض واپاري، پنهنجي ذات لاءِ سوچيندڙ ۽ لوچيندڙ ها اهڙي شهر جي انهن گندگين وچ ۾ ڪنول گل جهڙو پاڪ، معصوم، بي ضرر ۽ دوستيءَ جي ناتي کي پنهنجو ايمان

سمجهي نپائيندڙ هادي بخش جو ملڻ ڪنهن معجزي ڪان گهٽ نہ هيو، اسان جي دوستي جو ڪچو ڌاڳو نہ ڪٽي سياسي راهن تي هلڻ واري ساڳي قافلي ۾ رهندي جڙيو هو، پر اڳتي هلي ڪري اهو اهڙن سيني مامرن ڪان متاهين سطح تائين پهچي ويو، جنهن ڪري اسان جي ناتن ۾ جيڪا سڳند پري سرهڻ آهي اها اڄ بہ سلامت آهي ۽ اميد تہ اها تا حياتي قائم رهندي.

هادي بخش جي زندگيءَ جو مون متي رڳو هڪ پهلو بيان ڪيو آهي تہ هُن ڪيئن نہ جهد ڪري پنهنجي لاءِ هڪ عزت پريو مقام جوڙيو آهي پر حقيقت ۾ هادي بخش جي زندگيءَ جا ڪيئي اندلتي رنگ آهن جن کي ڪنهن هڪ اڌ مقالي ۾ سمائڻ ممڪن ئي ناهي، هادي بخش پٽ سکر جي پهرين صف ۾ وينل بهترين وڪيل آهي، هو هڪ ڪامياب سياستدان آهي، تمام سٺو مقرر، بهترين ليکاري ۽ ترجمي نگار، سماجي ڪم ڪندڙ انسان آهي، سول سوسائٽيءَ جو پرچارڪ آهي، هو ڇا ڇا نہ آهي؟ هڪ پوري انجمن آهي، بهتر تہ ائين ٿيندو تہ هادي بخش زندگيءَ جي انهن لاهين چاڙهين تي پاڻ بہ قلم ڪڻي تہ جيئن تاريخي حقيقتون هميشہ لاءِ تاريخ جو حصو بڻجي سگهن.

# سنڌ جو ارڏو عاشق

عابد سومرو

انساني تاريخ جي پلي پٽ پروڙ ڪبي، جاچبي، گهرائيءَ سان پڙهبي، تاريخ جي ورقن ۾ اهي ئي شخصيتون سدائين زنده ۽ سدا بهار نظر ايندیون آهن جن پنهنجي ماڻهن جي لئہ ڪجهہ ڪري ورتو آهي، اهڙين تاريخ ساز شخصيتن ۾ هادي پٽ جو شمار بہ ٿئي ٿو.

هادي پٽ اهو ڪردار گهڻ پاسائين، گهڻ رُخي شخصيت جو مالڪ آهي، جنهن جي جنهن پاسي تي ڳالهائبو سو اهو گهٽ آهي، سو آئون سندس سنڌ سان عشق جي پاسي ڏانهن اچڻ گهران ٿو.

هادي پٽ سنڌ ڌرتيءَ سان انتهائي پيار ۽ عشق ڪندڙ هيو، هن حياتيءَ جو گهڻو حصو سنڌ جي عشق ۾ گذاريو، هن جي سيني ۾ جيڪا دل هئي اها سدائين سنڌ جي عشق سان سرشار هئي جڏهن بہ ڪو ثقافتي ڏڻ هجي تہ اسان هن کي اڳ کان اڳيرو ڏسندا هياسون. ڪالا باغ ڊيم جو سنگين مسئلو هجي يا ڌارين جي آبادي هجي، صف اول ۾ اسان کي نظر ايندو هيو، جڏهن سنڌ جي تاريخي ماڳ ”ليلا جا آتڻ“ تي جڏهن غير سنڌين پاران ان کي ميساري قبضي ڪرڻ جي جدوجهد جو سهرو بہ هادي بخش پٽ ڏانهن ئو وڃي، جنهن ان جدوجهد کي ڀرپور طريقي سان سرانجام ڏئي ان سنڌ جي تاريخي ماڳ کي بچائڻ ۾ ڪاميابي ماڻي.

هادي پٽ سنڌ جي انچ انچ سان پيار ڪندڙ ۽ اهڙو محب سنڌي هيو جنهن جي سيني ۾ لطيف ۽ اياز جا شعر سانديل هيا. هو سنڌ جو اهو عاشق ۽ درد رکندڙ هيو جيڪو نہ رات نہ ڏينهن ڏسندو هيو جڏهن بہ سنڌ خلاف ڪو سانحو، حادثو، ظالم، بربريت ٿيندي ملندي هئي تہ اسان کي سکر پريس ڪلب وٽ هادي پٽ ۽ سندس جا سرڪل وارا دوست نظر ايندا هيا. مون کي ياد ٿو پوي تہ اياز لطيف پليجي صاحب حيدرآباد ۾

ڪالا باغ ڊيم خلاف ڪو احتجاج جو سڏ ڏنو هيو اتي ٻه هادي ڀٽ سنگت سميت اڳ کان اڳ ڀرو نظر آيو هيو ۽ هو عملي ماڻهو هيو ڳالهه کان اڳ ميدان ۾ موجود هوندو هيو.

هادي ڀٽ سدائين سنڌ جو درد پنهنجي چپن تي جاري رکيو هو. هو سدائين سنڌ جا قومي ۽ انقلابي شعر تاري منهنجي دوستن جي رهنمائي ڪندو رهيو.

ڳاڙها ڳيرو سنڌ جا، تون ئي منهنجو خواب،
تون ئي آهه جواب صـــديـن جي سوال جو!

هو شيخ اياز کان متاثر ته هيو ئي هيو پر سندس سنڌ جا انقلابي قومي شعر ٻه ڏاڍا ياد هيس، سنڌ سان بيحد اڪير، عشق، محبت، ان جو درد رکندڙ هادي ڀٽ اڄ جڏهن اسان وٽ موجود نه آهي ته اسان نه صرف ان کي ياد ڪيون ٿا پر جڏهن ٻه سنڌ سان ناانصافي، ظلم، بربريت، ڏاڍ، جبر ٿو ٿئي ته اسان کي سکر پريس ڪلب ٻاهران، جوشيلو سنڌ جو الڪو رکندڙ، هادي ڀٽ نه ٿو نظر اچي ۽ سنڌ جا چڻ ته درد دانهون سور، صدمه سکر مان سٽڻ وارو ئي نه ٿو ڪو ملي.

شيخ اياز چيو ته:

مُوت آيو روح اڏي ويو، جسم ٿيو آزاد،
مـٽـي اول مـــٽـي آخــر مٽي زنده باد.

# هُو تہ زنده ئي رهڻو آهي ...

امر اقبال

هادي ڀٽ صاحب، اوچتو موڪلائي ويو، ۽ پويان ڇڏي ويو، پنهنجي چاهيندڙن جو هڪ وسيع حلقو. هڪ نهايت سنجيدو، بردبار، پڙهيل ڳڙهيل ليکڪ، قانوندان ۽ سيني جو دل گهريو دوست جدا ٿي ويو.

فڪري سياست ۾ بہ سندس اهم ڪردار رهيو.

خيرپور، سکر علمي ۽ ادبي حوالي سان جهڙوڪر جاڙا شهر رهيا آهن. نوي واري ڏهاڪي جي شروعات ڪان وٺي، اسان هادي صاحب کي ادبي سرگرمين ۾ متحرڪ ڏٺو. هو هڪ طرف سياسي موضوعن تي ڏاهپ ڀريا ڪالم ۽ مضمون لکندو هيو، تہ ٻي طرف لطيف ۽ اياز سندس ساهہ ۾ سمايل رهيا. لطيف ۽ اياز ڪيس گهڻو ياد هوندا هئا. ڪنهن بہ موضوع تي، ڪنهن بہ تقريب ۾ ڳالهائيندي، هو ڪين گهڻو ڪوٽ ڪندو هيو.

پنهنجي سڀاوَ ۾، هادي ڀٽ صاحب هڪ نهٺو، بردبار، سنجيدو ۽ هر ڪنهن کي مان ڏيندڙ، ڪشادي دل وارو شخص هيو. اسان جڏهن خيرپور ۾، خيرپور لٽريچر فيسٽيول منعقد ڪرڻ جو سانگ سٽيو، تہ پاڻ ان ۾ گرمجوشيءَ سان شامل ٿيو ۽ مختلف نشستن ۾ اسپيڪر جي حيثيت سان ڳالهايائين. ان کان سواءِ بہ هو اڪثر خيرپور ۾ اسان پاران منعقد ڪرايل تقريبن ۾ پيار سان اچي شامل ٿيندو هيو.

هادي صاحب، سوشل ميڊيا تي لکت ۾، يا ذاتي ڪچهرين ۾، منهنجي شاعريءَ جي حوالي سان مون کي گهڻو داد ڏيندو هو. اها سندس وڏائي هوندي هئي.

هو عورتن جي حقن جو وڏو حامي رهيو ۽ ان حوالي سان عملي ڪم ڪيائين.

هادي ڀٽ صاحب جي دوستن جو حلقو گهڻو وسيع هيو. سندس ڪمهلي ۽ جيءُ جهوريندڙ وڇوڙي ڪان پوءِ سندس آخري سفر ۾ مون ڏٺو ته، زندگيءَ جي هر شعبي سان تعلق رکندڙ، سندس دوست ۽ چاهيندڙ وڏي انگ ۾ اشڪبار هيا.

هادي صاحب جي لکڻين کي سهيڙي ڪتابي صورت ڏيڻ جي ضرورت آهي، باقي هو ته زنده ئي رهڻو آهي، اسان سڀني جي دلين ۾...

# ٻه اکر

## (ڪتاب: جِيءُ جياريو جن)

ڪچهري ۽ ادبي ميڙن جي سونهن، محترم رشيد ڀٽي 28 سال اڳ اسان کان ڏور، ڏاڍو ڏور هليو ويو، پر ڀٽيءَ جي پنهنجي ئي ته شاعري آهي:

"ڏور هونـــــدي بـــــ اوڏو آهـــــين،
تـــوکي مـــون آ چشـــمين چـــاتو."

رشيد ڀٽي جو هر دل ۾ گهر آهي، اهو اسان کان الڳ ٿي پري ڪيئن ٿو ٿي سگهي، ڀٽيءَ جون جيتريون تخليقون سنڌس حياتيءَ ۾ ڇپجي پڌريون ٿيون، اوتريون ئي سنڌس اڻ ڇپيل ۽ ڪن اخبارن ۾ آيل ادبي ڪاوشون اسان آڏو آهن، هو پاڻ انهن کي سهيڙي ڇپرائڻ جي سرگرمين ۾ رڌل هو، جو بيماري چوٽ چڙهي وئي ۽ جيڪو لافاني شخص ڪوبه ڪم اڌ ۾ ڇڏڻ جو قائل ئي نه هو، ڪيترائي ادبي ڪم اڌورا ڇڏي تڪڙو اسان جي دنيا مان ٻي دنيا ۾ هليو ويو.

سنڌس چاليهي تي ڪنهن نامياري اديب چيو هو ته رشيد ڀٽيءَ جو اڌورو ڇڏيل ادبي ورثو ڪوئي رشيد ڀٽي ئي پورو ڪري سگهندو، جيستائين ڪو ڪاپڙي اچي اهو ڪم هٿ ۾ ڪٽي، تيسين اسان سنڌي ادب جي چاهڪن آڏو ڀٽيءَ جي قلمي ڪاوش جو هي ننڍڙو تحفو پيش ڪريون ٿا.

هي ڪتاب اهڙن عظيم انسانن تي لکيل خاڪن جو مجموعو آهي جن جو اثر ڪٿي سڌي ته ڪٿي اڻ سڌي طرح رشيد ڀٽيءَ جي زندگيءَ ۽

شخصيت تي پيو. هن ڪتاب جي ترتيب ۾ مهاڳ محترم ڀٽي پاڻ ئي
ناهي ويو هو، اسان ان ڪي جيئن جو تيئن توهان تائين پهچايون ٿا. هن
ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1990ع ۾ ڇپيو هو، ڪتاب جي تاريخي اهميت
کي سمجهندي رشيد ڀٽي اڪيڊمي هي ڪتاب ٻيهر ڇپائڻ جو فيصلو
ڪيو، اميد ته اسان جي هيءَ پهرين وک توهان پڙهندڙن جي ڀرپور موٽ
ٻئي وک وڌائڻ ڏانهن اُتساهيندي.

**هادي ڀٽ**
چيئرمين، رشيد ڀٽي اڪيڊمي
سال 2016

# رَني ڪوٽَ جُون رولاڪيون

”ڪَجي پَنڌُ، پُڇان تو، ڪيچِيُنِ ڪارَڻِ ڪِيئَن؟
بيخـود هِلـِج بَـرَ ۾، آئُـون تـو چَـوَان اِيئَن؛
سِـڪَڻ ساجَنَ سِيئَن، مَتان، مُنِي! چَڏِئين.“
(شاهه لطيف)

سيلاني يا جيسي يار خادم ڏهوٽ بي سنگت سان ڪيئن آهي، باقي منهنجو انگل اصل نه ٽاري. ڪالهه اڌهم سلطان جي پهاڙن ۾ ته اڄ ”رني ڪوٽ“ The Great wall of Sindh جا راهي هئاسون. سمير ڏهوٽ جي سالگره ڇڏي، سيلاني هلي پيو اسانجي حڪم تي، رستي ۾ جڏهن فون تي سمير اسان جي آئينده سمورن پروگرامن جي ٽوٽل بائيڪاٽ جي ڌمڪي ڏني، تڏهن اسان سائين سيلانيءَ کان پڇاڻو ڪيو ته سمير جي سالگره اسان کان ڇو لڪائي؟ پوءِ ”سچا وعده“ ڪري سمير کي پرچائي وڌو.

سنڌ بار ڪائونسل جي وٽنڊڙ مونوگرام واري ڪار ڊوڙندي ڊوڙندي جڏهن نوشهروفيروز يار ”عيدن“ وٽ پهتي ته هن زبردست چانهه پياري ۽ زوريءَ شربت جو شيشو تحفي ۾ ڏيندي چيو پهاڙن ۾ ڪجهه راحت ڏيندئي. نيٺ ”آمري“ روڊ کان اچي رني ڪوٽ پهتاسين. سنڌ جي هن ”مهان ڪوٽ“ کي ڏسي، ان جرمن سيلانيءَ وانگر وائڙا ٿي وياسين، جيڪو هاڻ هاڻ ”رني ڪوٽ“ ڏسڻ پهتو هو. ”گريٽ وال آف سنڌ“ جي چوطرف پهاڙن جا اوچا ڪِاٽ، واچ ٽاور، پهاڙن ۾ وشال جابلو پيٽ ۾ نندين، نئيين يا پاٽيءَ جي وهڪرن جا نظر ايندڙ ۾ محسوس ٿيندڙ گس واچ گودو ڪرڻ لاءِ ڪافي هئا. رني ڪوٽ ديوار عظيم تي پنهنجي پيرن جا نشان ڇاپڻ لاءِ ناميارو اديب، ليکڪ سائين محمد علي سهتو، خادم

ڏهوٽ، پيارو زاهد ڏهوٽ، ادو محمد علي ڀٽو ۽ آءُ جڙيل ڏاڪٽين وسيلي گهٽو گهمياسين، آءُ ٽڪيس ته نوجوانن وارووار ڪري بيا هنڌ به لتاڙي ورتا. ڪوٽ ڪانپوءِ اچي راجائن جي قلعي، محل يا راڄ گهاٽ جي مک دروازي تي پهتاسين ته اتي موجود صادق گبول سان حالي احوالي ٿياسين. هن جو چوڻ هيو ته گهٽو اڳ ڪوٽ جي هن وشال چوگان ۾ جيڪا تحقيقي ڪانفرنس ٿي هئي، اهڙي وري نه ٿي آهي. ان ميڙ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، رشيد ڀٽي ڪانسواءِ راڄ اديبن جا شريڪ ٿيا، جن پيپر پڙهيا، ڪن تحقيق جي آذار تي قلعي ۽ ڪوٽ جي قدامت ڪي مير ڪرم خان جي دور ته ڪن ان کان به آڳاٽو هجڻ جي راءِ رکي پر سائين صادق گبول ڪي نامياري محقق رشيد ڀٽيءَ جي اها راءِ ڏاڍي وڻي ته ”رني ڪوٽ/ قلعي جي تاريخ قدامت تي تڪڙي ابهري راء نه ڏيڻ گهرجي بلڪ سائنسي بنيادن تي سچي جاچ ڪجي“ رشيد ڀٽيءَ جي ان راءِ ڪي فائنل سنڌي پاس صادق گبول ان ڪري به وزن ڏي ٿو جو هن جو پنهنجو خيال به اهو آهي ته هي ڪوٽ ”سائرس اعظم“ جي دور جو ٿي سگهي ٿو. پوءِ محل نما رني ڪوٽ جي ديوارِ عظيم تي گهڻ دير پسار ڪيوسين پر دل ڍاپي ئي نه پئي.

ڳالهه ڪٿائڻ تي دل نٽي مجي پر هرو پرو دل جي چوڻ تي هلڻ جو به ضرور ڪونهي. گريٽ رني ڪوٽ کان ٿي گريٽ سنڌ جي عظيم عاشق سائين جي ايم سيد جي مزار تي اچي ڪيس عاجزاڻو سلام پيش ڪيوسين.

پوءِ جوڳي رمندا يلا.

**هادي ڀٽ**

جنوري ست، 2019

# ننڍڙو سفر ۽ ڏک سک جون ڪچهريون

هـڪ عـمـر ۾ آخـر ڇـا جـيـئـنـدس؟
ڪم ڪار ڪـنـدس، يا پيار ڪـنـدس
ڇــا ڪـلـنــدس تــوســان، ڇا ملندس؟
مــون ڪي عمريون هُجن ها سئو سُهڻا
هــڪ مــوت مَـئــي جــو يَــئـو سُهڻا
ٻـيـو تـون مـان نـتـو ٿِـئـي ڊِئـو سُــهڻا
(استاد بخاري)

استاد بخاري واقعي استاد هيو جنهن انساني مجبورين کي ٻن سٽن ۾ سمائي ڇڏيو آهي پر تڏهن به انسان انسان آ، آخر انسان به مٽجي ٿو وڃين!

ڪالهه چنچر ڏينهن آءُ ۽ ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ ڪراچي سٽي ڪورٽ ۾ هئاسون بعد ۾ حيدرآباد جو رخ ڪيوسي ڪن سنگتين سان فون رابطو ڪيو ڪن سان ملڻ جن سانباهو ڪيو.

حيدرآباد پهچڻ شرط سڌو حيدرآباد جيئم خاني پرسان ڪنٽونمينٽ قبرستان پنهنجي دلبر يار ڊاڪٽر نظير شيخ سان ملڻ سندس آخري آرامگاهه تي وياسين، سندس سلامي پري سون، هيءَ ملاقات روبرو نه هئي پر حجاب جو پردو وچ ۾ هيو، آءُ ته نظير سان يڪو مسلسل ڳالهائيندو رهيس پر هو جيڪو ڳالهين جون جهمريون هٽندڙ سمنڊ هيو، مون سان ڳالهائي ئي نه پيو..! شايد اجا رنل هيو ۽ ميار ڏنائين ته هادي ڀٽ تون به ٻين ڪافي پيارن دوستن وانگر ڪووڊ SOP جي بهاني ۽ خوف سبب آخري سفر ۾ به قدم قبرستان تائين به نه هلئين!.....

واھ ڙي زندگيءَ جي ڏکين سکين گهڙين ۽ مهلن جا يار، واھ!..

آخر ڊاڪٽر نظير جي قبر تان ڪنڌ هيٺ ڪري سندس اڪيلي ۽ مريي پٽ تيمور شيخ سان سندس رهائشگاھ تي اچي نظير جي وڇوڙي جو درد ونڊيو.

ان بعد سنڌ جي قومي ۽ جمهوري جدوجهد جي سگهاري آواز ۽ قومي عوامي تحريڪ جي سرواڻ سائين اياز لطيف پليجو سان ملاقات ڪئي ۽ زبردست رهاڻ ٿي (جنهنجو احوال الڳ تفصيل سان لکندس)

بعد ۾ قومي سياست جي وڏي نانءُ سائين عالم شاھ ۽ سائين علي مير شاھ سان ملڻ سندس گهر وياسون اتي پياري سليمان ڏاهري ايڊووڪيٽ سان سياسي سماجي معاملن تي ڀرپور ڪچهري ٿي.

انسان ويچارو وقت جو قيدي، سچ پنهنجا پير ڏاهي الهي ويو، ست رنگ سانجهي پنهنجا پر پکيڙي وئي تہ اسان بہ ڪافي دوستن سڄڻن سان وري ڀيهر اچڻ ۽ ملڻ جا وچن وعدا ڪري، جوڳي رمندا يلا جو نعرو هڻي پنهنجي آڪيرن ڏانهن وڌياسين ۽ نيٺ رات 3 وڳي اچي پاڻ کي سکر جي گرم هوائن حوالي ڪيوسين.

زنـــــدگي ٿــــوري لڳـــــي،
جــيءَ انــدر جهــوري لڳــي،
تــون وري اينـــدين ڪـــڏهن!..؟
تــون وري اينـــدين ڪـــڏهن..!؟
(شيخ اياز)

**هادي ڀٽ**

مئي ٿيهہ، 2021

# هاديءَ جو وڊيو پيغام

دوستو!

جيئي سنڌ!

ڪجهه ڏينهن کان مونکي ميڊيڪل / صحت جا اشوز هئا سڄي پير جي فنگر خراب ٿي ويئي بلڪ ڏاڍي ڊيميج ٿي وئي، ان جي علاج لاءِ مان هتي ڪراچي شهيد بينظير ڀٽو ٽراما سينٽر سول اسپتال ۾ داخل ٿيو آهيان. مان انهن دوستن جو ٿورائتو آهيان جن فون ذريعي، مئسيجز ذريعي ۽ فيس بڪ تي اسٽيٽس رکي منهنجي صحتيابيءَ لاءِ فڪرمندي ڏيکاري، مان انهن جو ڏاڍو ٿورائتو آهيان.

پاڻ پيرن سان سڄي سنڌ گهمي آهي ۽ سنڌ جي عوام، پورهيت ماڻهن کي باشعور بنائڻ لاءِ جتن ڪيا آهن، جيڪا پاڻ وٽ ايري سيري سمجهه جاڻ هئي اها انهن تائين پهچائيندا رهيا آهيون، ڪٿي هڪڙي آڱر جواب ڏيئي ويئي آهي پر ٻيا عضوا صحي آهن اهي قائم و دائم آهن ۽ قائم و دائم رهندا.

جن دوستن جا مئسيجز آيا سڀ تمام گهڻا پيارا پيارا مئسيجز آيا، سڀ کان پهريان سائين محترم پياري دل واري سائين اياز گل جو فون مليو، مان هتي داخل ٿيس هنن منهنجي طبيعت پڇي، مان انهن جو ٿورائتو آهيان، سوين دوستن فونون ڪري طبيعت پڇي، سڀ پيارا ڪن ڪن جا نالا ڪٿا سيني جي پيار جا ٿورا، مهربانيون. مان هاڻي بلڪل ٺيڪ آهيان. ڪالهه منهنجي انجيوگرافي ٿي ويئي، اڄ 31 جنوري جي صبح آهي اڄ ٻڌايو اٿائون بلڪ اهو رات ئي ٻڌائي ڇڏيو هئائون ته رائيٽ ليگ جو ٻاءِ پاس آپريشن آهي، ان لاءِ اهو چون ٿا ته اهو ٿورو ميجر آپريشن آهي. دوستو منهنجي خيال ۾ آيو ته منهنجي ذهن ۾ جيڪي ڳالهيون اچن ٿيون اهي اوهان سان وڊيو ذريعي شيئر ڪجن پر اسپتال انتظاميه ڏاڍي سخت آهي، ڪافي شيون ۽ خيال اچن پيا اهي

ڇڏيان. ڪافي دوستن جون پوسٽون پڙهيم ۽ ڪيترن جا مئسيجز اسٽيٽس پڙهيا، ڪيترن ئي فونون ڪيون، ڪافي پرسنلي ملڻ آيا ايترو سامان ڏيئي ويا آهن جو سڄي وارڊ ۾ ورهايو آهي اجان بچي پيو آهي.

سڀ کان وڏيڪ مونکي خوشي ان جي آهي انهن ننڍڙين ننڍڙين ٻيٻرن جي جيڪي مونکي فيس بڪ تي لائيڪ ڪنديون آهن، ڪڏهن ڪڏهن ڳالهائينديون آهن، ريحانہ شيخ جيڪا ڊاڪٽر نذير شيخ جي ڌيئڻ آهي ان جو اسٽيٽس پڙهيم، هن مون سان ڳالهايو، مونکي محسوس ٿي رهيو هو مان پنهنجي ڌيئڻ سان ڳالهايم، مدد علي جي ڳالهه ٿي، ڊاڪٽر بشير ڳالهايو. منهنجو دلبر دوست قربان ملاڻو سکر مان ڪهي آيو، شام جو مون وٽ هو، ڪالهه بہ آيو، ڊاڪٽرن سان مليو، شمس الدين راڄپر جيڪو اسان جو سينيئر ايڊووڪيٽ آهي، اهو بار بار رابطي ۾ آهي، هنن جو لائق فرزند ڊاڪٽر نجم الدين راڄپر جيڪو ڏاڍو ڪوآپريٽو آهي، ان سان شمس الدين صاحب ڳالهائيندو رهي ٿو ان کان اپ ڊيٽ وٺندو رهي ٿو، هيءُ سڄو سلسلو ان جي مدد سان هلي پيو. ڪي اهڙا پيارا ماڻهو هوندا آهن جيڪي دل جي ويجهو هوندا آهن: ادل سومري صاحب جهڙي ثي شاعر، رائيٽر ٿي دوست ۽ نماڻي ماڻهوءَ منهنجي لاءِ دعا جي پوسٽ رکي الله انهن کي خوش رکي مون پڙهي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي، مونس اياز مونکي ڏاڍو پيارو آهي، خيالن جي حوالي سان طبيعت جي حوالي سان، خاص ڪري منهنجي انهن سان انسيت اها ان جي فادر گريٽ شاعر شيخ اياز جي ڪري آهي ان منهنجي لاءِ دعائن جي پوسٽ رکي تہ مونکي تمام گهڻو ڀلو لڳو.

**هادي پيٽ**

جنوري اناويهہ، 2021

(هي پيغام ڪراچي اسپتال ۾ داخل دوران هادي پيٽ موبائل وڊيو ذريعي جيڪي ڳالهايو اهي ڳالهيون اوهان جي نظرِ ڪجن ٿيُون.)

سهڙيندڙ: زين سولنگي

# ٿرياترا

6 ۽ 7 آگسٽ 2017 جا ڏينهن هيا جو پنهجي پيارن دوستن وڪيل وحيد علي سامٽيو ۽ ڊاڪٽر خادم ڏهوٽ وارن سان ٿرپارڪر، مٺي، نگرپارڪر، ڪارونجهر پئي گهمياسين ميزباني عمر ڪوٽ بار جي صدر سائين پونجومل ايڊووڪيٽ ۽ شريف پيل ايڊووڪيٽ پئي ڪئي سندن ٿورا ياد رهندا.

ڪارونجهر ڪان واپسيءَ تي ڀوڏيسر جي قديم مسجد جو روح پرور نظارو ڪيوسين، پر ۾ ئي ڀوڏيسر ڊئم ڏٺاسين ۽ ڀوڏيسر جي قديم مندر ۾ ڏنوسين، پوءِ ٿر جي سڄاڻپ لاڪيٽي مرشد شاه لطيف جي سورمي ’مارئي‘ جي ڳوٺ ’ڀالوا‘ واري کوه تي آياسون ۽ اتي ميوزيم جو سير ڪيو ڪجهه ساڃاهه وندن سان ڪچهري ٿي، اتان وياسين گوڙي ڳوٺ جتي هزارين سال قديم ’گوڙي مندر‘ جيڪو اڄ به ساڳي اڏاوت سان قائم بيٺو آهي پر پوڄارين ٻڌايو ته 2005 ۾ آيل وڏي زلزلي ۾ مندر جو ڪجهه حصو ڊهي ڪري پيو ۽ ڪجهه ڏار پئجي ويا پر اڄ تائين ڪنهن به چونڊيل نمائندي يا حڪومت مندر جي تعمير جي سلسلي ۾ ڪجهه نه ڪيو آهي، گوڙي مندر جي آڳر ۾ وڏي ميدان تي مشهور راڳي رميش ڪمار ڪلاسيڪل ۽ ٿري راڳ ڳائي رهيو هيو اهو ٻڌوسين ۽ بيت بازي جو ناهوڪو دور هليو ۽ پوءِ يارن جي صلاح تي مهان ڪوي ڀڳت ڪبير ۽ شاه لطيف جا ڪجهه بيت يڪتاري تي ڳائڻ جو شرف مون به حاصل ڪيو، پوءِ گوڙي مندر جي پڌر ۾ اڄ به موجود قديم سرنگ جا آثار ڏٺاسون ۽ ان بابت ڏند ڪٿائون ٻڌيوسين.

پوءِ ڇاڇرو شهر ۾ پرتڪلف ماني تيار هئي ميزبانن جا ٿورا مڃي اچي عمر ڪوٽ پهتاسين، جتان سنگت ڪان موڪلائي، پنهنجي پنهنجي سيني ۾ يادن جا سمنڊ سانڍي سکر روانا ٿياسين.

ٿر، سنڌ، مارئي ۽ ماروئڙن جو ديس، بوند برهه جي بهار لڳي پئي ۽ دردونديءَ جو ديس وسي پئي تہ هر جاءِ گل گلزار ساوڪ ۽ سرهاڻ.

سو اڄڪلهہ ٿر وسي پيو آهي ۽ ٻين ديسن سان گڏ سموري سنڌ جو رخ ڪارونجهر / نگرپارڪر ڏانهن ٿي پيو آهي.

اسان بہ سکر کان نڪتاسين سنڌ هاءِ ڪورٽ ڪراچي ۾ واپس ورندي لڙي پياسين عمر ڪوٽ.

عمر ڪوٽ پهچڻ جي خبر ٻڌي، منهنجي ننڍڙي ياءُ نما ساٿي جيڪو تقريبن چوڏهن سالن جو سياسي ٻنواس ڪاٽي موٽيو آهي ۽ منهنجي حساب سان اڃان ماڳ پهچڻ لاءِ سرگردان آهي يعني سائين پؤنجومل ايڊووڪيٽ، صدر عمر ڪوٽ بار ايسوسيئيشن رابطو ڪيو ۽ پوءِ ٿر جي برسات وانگر قرب جا مينهن وسائي ڇڏيا.

گڏجي عمر جو ڪوٽ گهمي روانا ٿياسين مٺي، رستي ۾ دلربا منظر فون جي ڪئمرا ۾ سانديندا جڏهن مٺي جي گڏي پٽ پهتاسين تہ سڄو مٺي شهر هڪ پيالي وانگر نظر اچي رهيو هيو، جڏهن اسن گڏي پٽ تي ناهيل اوچي ٽاور تي مٿي وڃي شهر جو نظارو ڪيو تہ اهو ذهن ۾ ئي رهجي ويو جيڪو لفظن ۾ ايئن بيان ڪرڻ ڏکيو لڳي ٿو جيئن روح ۾ سمايل آهي.

پوءِ نگر ڪارونجهر ڏانهن ويندي سلام ڪوٽ، سائين مبارڪ رند جو ڳوٺ، نگرپارڪر ۾ قاديانين جي شاندار بلڊنگ واري اسپتال، تعلقي سول اسپتال ڏاڍي قربائتي ڊاڪٽر اورنگزيب ساند جي چانهہ پيئندا، ڪارونجهر ڏانهن وڌندا وڃي گنگاجي (گنگاجل پاراسر يا پارا رسي جي مندر ۾ دلڪش واديءَ ۾ پهتاسون.

ڪارونجهر کان وٺي پالوا مارئي کوھ تائين، عمر ڪوٽ کان مٺيءَ جي سهڻي شهر ۾ سلام ڪوٽ جي ڪپ تي ڪنٽينرس ۾ قائم ڪيل ماڊرن هوٽل، پهريدارن جي چيڪنگ کان ماڳن مندرن جي کهاڻين ۾ مارو ماڻهن جي اونهن ويچارن وسوسن ڪارونجهر گنگاجل، هنس پري کان وٺي ٻه هزار سال قديم گوڙي مندر ۾ اتي وسندڙ صوفي راڳين جي راڳ ۾ ڳوناڻن جي اڻاريل سوالن جوابن جو احوال توهان سان ڪرڻ ڏاڍو ضروري ٿو سمجهان.

ان لاءِ جلد ۾ الڳ لکندس.

**هادي ڀٽ**

پهرين سيپٽمبر، 2017

# قومي عوامي تحريڪ جو سرواڻ

**اياز لطيف پلِيجو**

آءُ جڏهن بہ ڪراچيءَ کان سکر واپسي ڪندو آهيان تہ حيدر آباد مون کي ڪنهن چقمق وانگر پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي، ان جو هڪ سبب حيدرآباد جون هوائون ۽ ادبي شعوري سجاڳپ ۽ سگهہ آهي تہ ٻيو سبب منهنجون پنهنجيون ڪيل سياسي ادبي سماجي سرگرميون بہ آهن، جن سرگرمين ڪري منهنجو واسطو انهن سياسي اڳواڻن ڪارڪنن اديبن ليکڪن ۽ صحافين سان ٿيو جن کي آءُ ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهان، پل منهنجي حيثيت انهن وٽ رتيءَ برابر بہ نہ هجي.

حيدر آباد ۾ رهڻ ڪري منهنجي تمام گهٽي ويجهڙائپ پنهنجي پارٽي قائد جناب رسول بخش پليجي سان ٿي جنهن درحقيقت هر ساٿي جي مٽي ٻيهر ڳوهي اسان کي نئون ماڻهو بڻايو، ٻين سڄڻ سان ضمير جا رشتا جڙيا.

ادب جي جرڪندڙ سورج سائين ابراهيم جويو سان گهر جي پاتين جهڙي پنهنجائپ ۽ ويجهڙائي ٿي ۽ ڪجھ ڏيٺ ويٺ اهڙن سڄڻن سان ٿي جيڪي ادب، صحافت ۽ سياست جي دنيا ۾ پنهنجو بلند مقام رکن ٿا.

اڄوڪي حيدرآباد پراڻين ۽ نين وابستگين جي ڪري مون لاءِ ڏاڍي ڇڪ رکي ٿي.

هن ڀيري گهڻن سڄڻن سان رهاڻ ٿي پر مکيہ ڪچهري سنڌ جي قومي ۽ جمهوري جدوجهد جي سگهاري آواز قومي عوامي تحريڪ جي سرواڻ سائين اياز لطيف پليجو سان سندس هائوس تي ٿي، جنهن ۾ پارٽي ساٿي ڊاڪٽر عزيز ٽالپر، شوڪت سريوال، الطاف خاصخيلي ۽ ٻين دوستن ڪانسواءِ ايڊووڪيٽ خادم ڏهوٽ، رجب گهانگهرو بہ گڏ هئا.

اياز سائينءَ سان پارٽي سرواڻ ڪري هڪ احترام وارو رشتو آهي ۽ ساڳي وقت پراڻي قومي ڪارڪن هئڻ ناتي ساڻس حجتون به آهن. هن دفعي ساڻس ڪچهري ۾ بحث جو فوڪس سنڌ ڌرتيءَ تي مختلف نالن ۾ قبضا ڪرڻ، جنهن ۾ لينڊ گريب مافيا جو وڏو دهشتگرد ملڪ رياض سميت، سنڌ حڪومت ۽ ٻين صيهوني طاقتن کي منهن ڏيڻ لاءِ قومي، جمهوري ۽ ڪورٽن وسيلي آئيني جدوجهد جي اهميت تي ڀرپور ڳالهه ٻولهه ٿي.

اهو شدت سان محسوس ٿيو ته پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل 199 ۾ جيڪي هاءِ ڪورٽن کي اختيار ۽ پاور آهن انهن کي صوبن ۽ ان جي اصل مالڪ قومن کي آئيني حق ڏيارڻ لاءِ ڪڏهن به ڀرپور تحرڪ ۾ نه آندو ويو آهي. خاص ڪري رٽ آف ڪووارنٽو ۽ رٽ آف مينڊامس جو اسڪوپ عوام ۽ عوامي فورمس يا خود عدالتن سوئو موٽو اختيار وسيلي عوام جي وسيع تر مفاد ۾ ڪتب نه آندو آهي، جڏهن ته سنڌ جي چونڊيل حڪومت توڙي وفاقي حڪومت يا اپوزيشن پنهنجو آئيني ڪردار ۽ اختيار استعمال نه ڪيو ويو آهي. قانون ۽ آئين ۾ ڏنل حقن کي عوام جي گهر تائين نه پهچايو آهي. عوام کي روزگار، امن امان ۽ سڪون مهيا نه آهي. ان بجاءِ بدامني دهشتگردي قبائلي جهڳڙا، ڪاروڪاريءَ جي آڙ ۾ عورتن جو بي رحمانه قتل عام، ٻارڙن سان جنسي ڏاڍايون ريپ ۽ سنڌ جي ڌرتيءَ تي قبضا وغيره عام جام آهن.

ان حالت ۾ سنڌ جي وڪيل برادري جي متحد، متحرڪ ۽ باسمجهه ٿي اڳتي اچڻ جي اشد ضرورت آهي، ان لاءِ سنڌ ۽ ملڪي سطح تي سيمينار، ڪانفرنسون ڪري ملڪ جي نامور وڪيل اڳواڻن، قانوندانن، ريٽائرڊ جج صاحبان توڙي قانوني ۽ آئيني ماهرن ۽ عوام کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪنداسون.

**هادي ڀٽ**

ڀهرين جون، 2021

# ”مانوان ٿڌيان چانوان“

هادي پٽ

سائين سليمان ڏاهريءَ جي جيجل امڙ وڏوڙي امڙ گذاري وئي، منهنجي ياءُ سائين نور محمد ڏاهري، ايڊيشنل سيشن جج، ياءُ قادر ڏاهري، سنڌ هاءِ ڪورٽ بار حيدر آباد بار جي جنرل سيڪريٽري حميدالله ڏاهري جي، ايئن چو نہ چوان تہ منهنجي بہ امڙ هئي سا اسان سيني ڪان جدا ٿي وئي.

امڙ جيڪا سياسي اڳواڻ تہ ڪٽي نہ هئي پر سوين ننڍن وڏن معرڪن ڪان وني MRD جي ويڙھ تائين سنڌس Suporting ڪردار هڪ تاريخي باب آهي جو هوءَ 1983 ۾ ڏاڏا سليمان جي چوڻ تي هڙ ٻڌي گرفتاري ڏيڻ لاءِ حيدرآباد اچي نڪتي، جنهن ڪي شهيد فاضل راهوءَ پنهنجي واري اچڻ جو انتظار ڪرڻ جو چئي روڪي ڇڏيو.

سندس پيار، تربيت ۽ چانوري ۾ سرجندڙ سچو گهراڻو سنڌ جي ساچاھ واري سياست جي ڪرنگهي جي ڪندي جهڙي اهميت رکي ٿو.

ڏاڏا سليمان ڏاهري، شاگرد اڳواڻ قادر ڏاهري، سنڌياڻي تحريڪ جي مرڪزي صدر رهندڙ ادي صاحبزادي ڏاهري، نور محمد ڏاهري، سائين محمود ڏاهري، وڪيل اڳواڻ حميدالله ڏاهري ڪنهنجا ڪنهنجا نالا ڪڍجن سندس ئي باغ جا طرحين طرحين خوشبودار ميوا آهن.

سنڌي شاگرد تحريڪ جي اڳوڻي مرڪزي صدر ڏاڏا سليمان سان واقفيت ۽ يادن جي شروعات ڪهڙي هنڌ ۽ ڪهڙي سال ڪان ڪيان ياد نہ ٿو اچي جي سليمان ڪي ياد هجي تہ پل ٻڌائي. مونکي تہ LMC هاسٽل جي حال ۾ سندس ڳايل گيت ۽ تقريرون ياد ٿيون اچن ۽ وري ياد اچي ٿو تہ پنهنجي قائد رسول بخش پليجي صاحب سان سندس قيد دوران جناح

هاسپيٽل ڪراچيءَ ۾ ڪچهرين جو تربيتي سلسلو. اهو ڏينهن به ياد اچي ٿو جو پليجي صاحب سان ڪجھ ساٿي بحث ۾ هئاسون ته سنڌ جي سورمي ادي اختر بلوچ جن آيا ۽ ٻڌايو ته صدر ڪراچي ۾ ننڍڙي حادثي سبب اتي ماڻهن سندن گاڏي قابو ڪري بيهاري آهي پوءِ ڪيئن سليمان ڏاهري، ڊاڪٽر علي گل ميتلو ۽ آءُ وڃي مارا ماري ڪري گاڏي ڪاهي آيا هئاسين.

موٽي آياسين شابس ته ملي پر پليجي صاحب مسڪرائيندي ڊاڪٽر ميتلو، ڊاڪٽر نظير شيخ ۽ سليمان ڏاهري کي چيو هادي پٽ ڳالهائي ڏاڍو آهستي ٿو انڪري هن کي ڪجھ ڏينهن ٽنڊو محمد خان جي سينيئر ساٿين سردار محمد خان مگسي ۽ محمد قاسم ملاح جي حوالي ڪيو ته هن کي سنڌي زبان جو ترڇ هڄڻ جي خبر پوي، پوءِ ڪجھ وقت ڪمرو ٿهڪن سان گوجندو رهيو.

خير پليجي صاحب ته مڙيوئي ڳالھ ڪئي پر ڏاڏا سليمان ۽ خاص طرح ڊاڪٽر علي گل ميتلو وارن نيٺ وڃي محمد قاسم ملاح وارن وٽ پهچايو پوءِ وڏيڪ حال اهي دوست ئي سمجهي سگهندا جيڪي هنن يارن جي زبان مان فيضياب ٿيا هوندا.

قادر ڏاهري ته حيدرآباد شاگردي دور ۾ ننڍڙن پائرن وانگر ۽ اڄ تائين به ادب ڪندڙ آهي.

سائين نور محمد ڏاهري سان شهيد فاضل راهوءَ سان سکر جيل ۽ ٻين هنڌن ڪچهرين ۽ دوستن سان ڪچهرين جا ڪيئي قصا آهن پر هڪ ياد ته نرالي آهي جو هي ۽ آءُ محترم رسول بخش پليجي صاحب جي 1988 ۾ اليڪشن وڙهڻ دوران ٺٽو ۾ ورڪ ڪئي سون ۽ پوءِ ڪيٽي بندر وچ ساموندي ٻيٽ جي سپ ڪان ڏورانهين پولنگ اسٽيشن تي وڃي پولنگ ايجنٽ ٻڌياسون ۽ ڏاڍا پاپليٽ ڪاڏاسون. ڪيئي ساراٽيون آهن

جن مان ڪجھ امڙ جي تڏي تي ويٺي ورجائجي ويون. تڏي تي ڪيترن دوستن ساٿين سڄڻن سائين محمد علي پلھ ۽ ٻين سان ملڻ ٿيو. ڪيترن ورھين ڪان پوءِ ملياسين پر سندن قرب ۽ پيار ڏسي لڳو تہ وڇڙيا ئي ڪونہ آھيون. جي لکڻ وينس تہ گھڻن ئي سڄڻن سان گھاريل سياسي ۽ سماجي ساراٽيون لکندس. ھتي آءُ سفر جي ساٿين سائين وحيد سامٽيو ۽ سائين خادم ڏھوٽ جو ٿورائتو آھيان جيڪي سڏ ۾ سڏ ڏين ٿا.

اڄ شدت سان ياد آيو ڪيئي سال اڳ جو اھو ڏينھن جڏھن ڊاڪٽر صبور سومري سياسي دوست ھئڻ ناتي ڪراچيءَ مان فون ڪري چيو تہ ڊاڪٽر اديب رضوي سکر ۾ SIUT جو بنياد وجھڻ چاھي ٿو، اوھان سکر سول ھاسپيٽل پرسان ھڪ ايريا، (المعروف) شبلاٽي ھاسپيٽل سکر وغيره جي وڊيو ٺاھي موڪليو ۽ پنھنجي راءِ بہ موڪليو تہ ڪھڙي سائيٽ SIUT لاءِ مناسب رھندي. مون ترت تڪڙ ۾ پنھنجي موبائيل فون ذريعي سول اسپتال سامھون مسافرخاني ۽ ڏاڪڻ وسيلي ھيٺ روڊ ڏانھن ويندڙ سمورو ايريا ۽ ھاٽوڪي ھيلٿ آفيس جي ڪجھ ايريا جي ۽ شبلاٽي ھاسپيٽل سکر جي وڊيو ٺاھي ورتي ۽ شبلاٽي ھاسپيٽل جي نامياري ڊاڪٽر صفيہ صاحبہ سان ننڍڙي ملاقات بہ ٿي، جنھن سان مولاءِ ڪائنات جي مولائڻ ھجڻ ڪري ۽ منھنجا سڀ ٻار ٻڻ ھن اسپتال ۾ جمڻ ڪري اڳ ئي ٿورڙي ڏيٺ وائٺ ھئي. اھا وڊيو ڊاڪٽر صبور سومرو ڏانھن موڪلي پوءِ مونکي ڏاڍي خوشي ٿي جڏھن خبر پئي تہ ڊاڪٽر اديب رضوي في الحال شبلاٽي ھاسپيٽل ۾ SIUT جو قيام عمل ۾ آڻڻ لاءِ تيار ٿيو آھ. ان ڪان بہ وڌيڪ خوشي تڏھن ٿي جڏھن ڊاڪٽر بخشل فون ڪيو تہ اڄ 'ڊاڪٽر تنوير عباسي ليبارٽري' جو افتتاح ٿيندو. ان تقريب ۾ ڊاڪٽر قمر تنوير عباسي صاحبہ ۽ تنوير جا ٻيا وارث ۽ دوست شريڪ ٿيندا، تون بہ پھچ. ھن پروقار تقريب ۾ ڊاڪٽر اديب رضوي سميت سندس ٽيم ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، سائين ايازگل، سائين ادل

سومرو، سائين فيض سومرو، سائين خالد ٻانيڻ، سائين ممتاز بخاري، سائين غلام جعفر سامتيو، سائين محمد علي پناڻ، ياءُ جبار مهر ۽ ٻيا سڄڻ شريڪ ٿيا، ڪافي سڄڻن وانگر تقريب ۾ مون به تقرير ڪئي.

اڄ انهيءَ ئي Sindh Institution of Urology & Transplantation ۾ منهنجي مزدور پٽ اصغر علي پٽ جو آپريشن وسيلي Stone ڪڍيو ويو، بلڪل ايئن ئي جيئن اڳ ئي هزارين غريب ماڻهو هن اداري مان علاج ذريعي فيضياب ٿيندا رهيا آهن. هن اداري جو سربراهه ۽ سندس ٽيم هن اداري جي سٺي ساک کي محبت ۽ محنت سان قائم رکندا پيا اچن، ڪين سلام آهي. ڊاڪٽر صبور سومري جي فرض شناسي ۽ پنهنجائپ لاءِ ٿورائتو رهندس.

**هادي پٽ**

**اپريل** 17، 2021

# دلبر پرين خادم ڏهوٽ جنم مبارڪ..

”تهـــــڙا چاليـــــهه نـــــه چاليهـــــا،
جهـــــڙو پســـــڻ ”پـــــرينءَ“ جـــــو!..“
(شاهه لطيف)

”شڪل عابد، صورتِ معبود شُد
اولياءِ الله و الله اولياءِ
يعني ديدِ پير ديدِ ڪبريا.
(مولانا رومي)

پير مغان سائين خادم ڏهوٽ
جڏهن اوهان جنم ورتو، تڏهن سنڌ سگهنڊ ۽ سرهاڻ سان ٿمتار ٿنڊڙي هير جو پهريون ساهه پريو ۽ سنڌ سُرهي ٿي هئي، ان جي تسلسل کي قائم دائم رکڻ تي اوهان کي سنڌ جِي واس ۽ دلبر دوستن طرفان لک ڪروڙ واڌايون.

”دلبـــــر هـــــن دنيـــــا ۾،
جـــــي رهنـــــدو واس!..“

**هادي پٽ**
فيبروري 1، 2021

# ورهين جا سنگتي آهيون

سمنڊ ڪنارا، ٿر جون ڀٽون، ڪارونجهر جي ڪونئر، گنگا جل، ڀالوا مارئيءَ جو ڳوٺ، ٺٽو مڪلي، ڪينجهر، ڄامشورو، رني ڪوٽ، سائينءَ وارو سن، سکر بکر، اوڏم سلطان، ڪراچي، حيدرآباد، اسلام آباد، ڪوه مري، ڪوئٽا جا جبل گڏ رُليا آهيون، ٿڪا ناهيون، ڇڻ هڪٻئي لاءِ ڦيٿا هجون.

سائين پياري خادم ڏهوٽ جي ڳالهه ٿو ڪريان.

سائين ڏهوٽ خادم ۽ ڏهوٽ فيملي کي جنم ڏينهن جون لک ڪروڙ مبارڪون.

**هادي ڀٽ**

1 فيبروري 2019ع

# اپيل

## عوامي تحريڪ جي مرڪزي ڪميٽي، مرڪزي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي اپيل

”ڏونگر ڏکوين کي، دلاسا ڏجن.“

آءُ هادي پٽ، ڪڏهن وڌ، ڪڏهن گهٽ سرگرم رهندڙ ادنا قومي ڪارڪن:

(1) قابل صدر احترام عوامي تحريڪ جي مرڪزي ڪميٽي، مرڪزي اڳواڻن، ڪارڪنن، سنگت جي اڳواٽي ڪندڙ ساٿين کي نماڻي اپيل ۽ هٿ جوڙي وينتي ٿو ڪريان ته اهي پارٽي پاران اليڪشن بابت ڪيل فيصلي تي ٻيهر نظر وجهن ۽ سنڌ جي وسيع طر مفاد ۾ محترم اياز لطيف پليجو کي پنهنجو ساٿ ۽ قيمتي ووٽ ڏيئي ڪامياب ڪرڻ جو فيصلو ڪن.

(2) عوامي تحريڪ ۽ قومي عوامي تحريڪ جي محترم اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي نماڻي اپيل آهي ته اهي پنهنجا سياسي يا نظرياتي اختلاف مجيل اخلاقي ۽ سياسي اصولن مطابق رکن، هڪٻئي جي دل آذاري ۽ شخصي تذليل نه ڪن.

(3) صوبائي تڪ PS-62 قاسم آباد حيدر آباد ۾ رهندڙ عوامي تحريڪ سان ڪنهن به وقت، ڪنهن به طرح لاڳاپيل پراڻن ساٿين اڳواڻن، ڀين ساجاه وندن کي اپيل آهي ته اهي پنهنجو قيمتي ووٽ ايازلطيف پليجو کي ڏيئي ڪامياب ڪري سنڌ جي ايوان ۾ سنڌ جو آواز پهچائين

نيازمند

**هادي پٽ**

جولاءِ 24، 2018

# دودل چانڊيوناءُ چٽي

دودل سائين، اوهان لاءِ منهنجي دل ۾ هميشہ ايڏو پيار عزت ۽ مرتبو آهي جنهن لاءِ مون کي ڪڏهن بہ لفظن ڳولڻ جي ضرورت ئي نہ رهي آهي، پوءِ بہ اوهان جي هن عزت ڀرئي پوسٽ لاءِ ٿورائتو.

اوهان جهڙا نوجوان سنڌ ڌرتيءَ جي سيني تي ايئن ڪڙيا ۽ ٽڙيا جو سنڌ جي وستي وستي واهڻ واهڻ پورهيت عوام جي آجپي ۽ خوشحاليءَ جا خواب ڪٽي نڪري پيا ۽ سچو وطن سچ جي فلسفي جي سرهاڻ سان واسي ڇڏيو. جيڪ سرهاڻ ۽ واس ڪڏهن بہ ختم ٿيڻو ئي ناهي.
عوامي هائوس تي پنهنجي قائد رسول بخش پليجي جي حڪم تي گهاريل وقت ۽ سحر، چا تہ اثر رکندو هو.
جيڪي دودل سائين اڳواڻ ساٿين کي لفظن جا گلابن ڀريا هار ارپيا آهن، ان لاءِ جيترو فخر ڪجي گهٽ آهي.
ان دور ۾ سڄي سنڌ مان سوين نوجوان عوامي هائوس ايندا هئا خاص طرح دودل چانڊيو، عطا راڄڙ، حسين جروار، صديق پرڳڙي اهڙا دوست هئا جن کي تنظيمي حوالي سان ننڍي کان وني وڏي ڪم ۽ هر حڪم جي بجا آوري لاءِ تيار ڏٺو ۽ ڪائنئ ڪڏهن انڪار نہ ٻڌو.
هي اهي باشعور باڪردار ۽ لائق نوجوان هئا جن جي جدوجهد بهادري ۽ مڙسيءَ تي اسان جو ۽ سڄي قوم جو ڳاٽ سدائين اوچو رهندو.
هنن جون قوهہ جوانيون وطن جو گيت ٻڌجي پنهنجي وطن جي سينڌ سنوارڻ ۾ وقف ٿيون اها اسان سيني لاءِ سوڀ مثل آهي.

**هادي پٽ**

جنوري 24، 2022

# ادي زاهدا شيخ جي ناءُ

شاهه لطيف اسانجي هر ڪيفيت ۾ ترجماني ڪري ٿو. اڄ جڏهن سنڌ جي سورميءَ ادي زاهده شيخ جي اوچتي وڇوڙي جي شديد صدمي ۾ آهيون ۽ سندس سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد ۾ بيباڪ ۽ شاندار ڪردار کي ساريون ٿا تہ شاهه لطيف جا لفظ دل تي ايري اچن ٿا.

”نو نيئر، ڏهه ڏانوٽيون، پندرهن پيند پياس،
سڄڻ ياد پياس تہ چرڪ چنائين هيڪڙي.“

هونئن تہ ڪيترن وڪيل ساٿين، سياسي ۽ سماجي شخصيتن ادي زاهده شيخ جي وفات تي مون سان بہ تعزيت ڪئي پر واجب هيو تہ سندس خاندان ۽ پارٽي سربراهه ۽ ساٿين سان تعزيت ڪريان، تنهنڪري تاريخ 2018-01-08 تي هم خيال دوست سائين خادم ڏهوٽ ايڊووڪيٽ ۽ جميل ميمڻ ايڊووڪيٽ سان گڏ لاڙڪاڻي وڃي ادي زاهدا شيخ جي ياءُ ڊاڪٽر اعجاز شيخ، جنهنکي ادي زاهدا ”بابو“ سڏيندي هئي، سندس خاندان ۽ سندن خانداني وڏي ڊاڪٽر نظير شيخ سان تڏي تي وڃي عذرخواهي ڪئي.

ٻئي ڏينهن 2018-01-09 تي سائين خادم ڏهوٽ ۽ آءُ عوامي تحريڪ جي قائد عظيم دانشور سائين رسول بخش پليجو، ٻين پارٽي ساٿين، سنڌياڻي تحريڪ جي اڳواڻ ڀينرن سان D-10 حيدرآباد تي وڃي تعزيت ڪئي ۽ اتي ادي زاهده شيخ جي ٽيجهي جي موقعي تي منعقد ريفرينس ۾ سنڌ جي نظرياتي جدوجهد جي مهڪندڙ گلاب کي لفظن جي ڀيٽا ڏني

۽ سرخ سلام پيش ڪيو. ادي زاهدا شيخ قومي جدوجهد جو اهو گلاب هئي جنهنجي خوشبوءِ ڪڏهن به ختم نه ٿيندي.

ساڳي ڏينهن منهنجي سيني گهر ڀاتين لاڙڪاڻي ۾ ادي زاهدا جي ٽيجهي ۾ وڃي شرڪت ڪئي.

ادي زاهدا شيخ جنهن سان 1980 ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ جي مرڪزي ڪميٽيءَ ۾ گڏ رهيس. محترم سائين رسول بخش پليجو وٽ گڏ وڪالت ڪئي ۽ ڪيترين پارٽي سياسي سرگرمين ۾ گڏجي حصو ورتو، سندس همت، حوصلي ۽ جاڻ کي سلام آهي.

**هادي ڀٽ**

جنوري 12، 2018

# هادي پٽ

## ذاتي زندگي جو تعارف.

| | |
|---|---|
| نالو: | هادي بخش |
| ذات: | پٽ |
| پي جو نالو: | غلام محمد پٽ |
| جنم تاريخ: | 13 آڪٽوبر 1961ع |
| جنم ڀومي: | لکي لڳ ڳوٺ چڪ ضلع شڪارپور |
| پرائمري تعليم | :پرائمري اسڪول نئون پنڊ، سکر |
| سيڪنڊري تعليم: | گورنمنٽ هاءِ اسڪول منارا روڊ سکر |
| گريجوئشن: | گورنمنٽ لا ڪاليج خيرپور |
| اولاد: | ست پٽ ۽ هڪ نياڻي |
| سال 1980 - 1994ع | تائين قومي سياست ۾ شامل رهي، قومي سياسي ڪارڪن طور عوامي تحريڪ سان وابسطہ رهيو ۽ سنڌي مزدور تحريڪ جو مرڪزي صدر پڻ رهيو. |
| سال 1983ع: | ايم آر ڊي جي جدوجهد جو سرگرم اڳواڻ |
| سال 1992ع | گورنمنٽ لا ڪاليج خيرپور ۾ وڪالت جي ڊگري ۾ داخلہ ورتائين |
| سال 1995ع : | بطور وڪيل سنڌ بار ڪائونسل ۾ رجسٽرڊ ٿيو |
| سال 2003ع : | بطور وڪيل هاءِ ڪورٽ، سنڌ بار ڪائونسل ۾ رجسٽرڊ ٿيو |
| سال 1998-2003ع: | عورت فائونڊيشن طرفان سٽيزن ايڪشن گروپ جو سکر ۾ ممبر |
| سال 2004-2006ع: | اسپارڪ تنظيم سکر ۾ ڪوآرڊينيٽر |
| سال 2008-2009ع : | سکر ضلعي بار ايسوسيئيشن جو نائب صدر |
| سال 2013-2012ع: | سکر ضلعي بار ايسوسيئيشن جو صدر رهيو |
| سال 2007-2017ع: | ساحل تنظيم ۾ ليگل ايڊوائيزر |
| سال 2016-2015 ع : | سکر هاءِ ڪورٽ بار ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري رهيو |
| سال 2018-2021ع: | بورڊ ممبر، سيوا ڊولپمنٽ ٽرسٽ سنڌ |
| سال 2019ع: | قومي عوامي تحريڪ سنڌ جو مرڪزي اڳواڻ |
| سال 2021 ع: | بطور وڪيل سپريم ڪورٽ، سپريم ڪورٽ بار ايسوسيئيشن آف پاڪستان رجسٽر ٿيو. |
| وفات: | ڀهرين فيبروري 2022، ڪراچي جي اسپتال ۾ |
| ڪل ڄمار: | 61 ورهيہ |
| تدفين: | نئون ڳوٺ قبرستان سکر، سنڌ. |